# تاريخ جي تعليم جا اصول


مصنف:

محمد الياس رضوي





سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو سنڌ

2006ع

ڇاپو پهريون سال 2006ع تعداد 1000

قيمت: ستر رپيا
**[Price Rs. 70-00]**

خريداريءَ لاءِ رابطو:

**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**

تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
**(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)**
**Email Address: sindhiab@yahoo.com**
**Website: www.sindhiab.com**

---

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄام شورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ اعجاز احمد منگي سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي پڌرو ڪيو.

## فهرست


| باب | عنوان | صفحو |
| --- | --- | --- |
| ڇپائيندڙ پاران | | 5 |
| مقدمو | | 6 |
| باب پهريون | ❖ تاريخ ڇا آهي؟ | 9 |
| | ❖ تاريخ سائنس آهي يا فن؟ | 16 |
| باب ٻيون | ❖ تاريخ پڙهڻ جا مقصد ۽ فائدا | 21 |
| باب ٽيون | ❖ تاريخ جا قسم | 29 |
| | ❖ عالمي تاريخ ۽ قومي تاريخ | 32 |
| | ❖ قومي تاريخ ۽ صوبائي تاريخ | 32 |
| | ❖ مڪاني تاريخ | 33 |
| | ❖ سياسي، سماجي ۽ اقتصادي تاريخ | 34 |
| باب چوٿون | ❖ نصاب ناهڻ | 39 |
| | ❖ تاريخي مواد چونڊڻ | 39 |
| | (1) عقلي يا منطقي طريقو | 39 |
| | (2) نفسياتي طريقو | 39 |
| باب پنجون | ❖ نصاب ناهڻ ۽ تاريخي واقعن جي ترتيب | 51 |
| | (1) مرڪوزي طريقو | 52 |
| | (2) زماني يا دوُر وارو طريقو | 53 |
| | (3) موضوع وارو طريقو | 55 |
| | (4) حال کان ماضيءَ ڏانهن وڃڻ وارو طريقو | 56 |
| | (5) ماضيءَ کان حال ڏانهن اچڻ جو طريقو | 56 |
| | (6) لٽڪڻي وارو طريقو | 57 |
| باب ڇهون | ❖ تاريخ سيکارڻ جا طريقا | 59 |
| (الف) | هيٺين ڪلاسن ۾ تاريخ جي سبق سيکارڻ جا طريقا | 59 |
| | ❖ ڊائلاگ ڪرائڻ به سٺو طريقو آهي | 60 |
| | ❖ بليڪ بورڊ جو استعمال | 61 |
| | ❖ حقيقي شين، تصويرن ۽ ماڊلن جي اهميت | 61 |

| | | |
|---|---|---|
| | ❖ ننڍن ٻارن کي ڪلاس ۾ ڇا ڪرڻ گهرجي؟ | 62 |
| | ❖ درسي ڪتاب | 63 |
| (ب) | وچين ڪلاس ۾ تاريخ جي سبق سيکارڻ جا طريقا | 64 |
| (ج) | مٿين ڪلاسن ۾ تاريخ جي سبق سيکارڻ جا طريقا | 65 |
| **باب ستون** | ❖ تاريخ جو استاد | 66 |
| **باب اٺون** | ❖ تاريخ جو ڪمرو | 74 |
| **باب نائون** | ❖ تاريخ ۾ وقت جو احساس | 78 |
| | ❖ هندستان تي مسلمانن جا حملا | 80 |
| | ❖ دهليءَ ۾ مسلم سلطنت جو بنياد پوڻ | 81 |
| | ❖ شاندار ڪارنامن جو زمانو | 82 |
| | ❖ آزاديءَ لاءِ مسلمانن جي جدوجهد | 83 |
| **باب ڏهون** | ❖ ماخذ وارو طريقو | 86 |
| | ❖ ماخذ ڇاکي چئبو آهي | 86 |
| | ❖ مؤرخن کي ماخذ ڪيئن استعمال ڪرڻ گهرجي؟ | 88 |
| | ❖ ٻارن لاءِ علمي ماخذ ڪيئن ڪارائتا ٿي سگهن ٿا؟ | 90 |
| | ❖ ٻين ماخذن جو استعمال | 91 |
| **باب يارهون** | ❖ تاريخ ۾ ڊراما | 93 |
| | ❖ تاريخي ڳالهين بابت ناٽڪ ڪڏهن ڪرڻ گهرجي؟ | 95 |
| | ❖ ڊائلاگ ڪيئن ڪرڻ گهرجي؟ | 96 |
| | ❖ ناٽڪ ڪرڻ لاءِ گهربل سهوليتون | 97 |
| **باب ٻارهون** | ❖ تاريخ ٻين مڪتبي مضمونن سان لاڳاپو | 98 |
| | 1. ضمني لاڳاپو | 99 |
| | 2. مسلسل ۽ پختو لاڳاپو | 99 |
| | ❖ تاريخ ۽ جاگرافي | 100 |
| | ❖ تاريخ ۽ ادب: | 104 |
| | ❖ تاريخ ۽ دستڪاري | 106 |
| | ❖ تاريخ ۽ شهريت | 106 |
| | ❖ شهريت جي معنيٰ | 107 |

# ڇپائيندڙ پاران

’تاريخ جي تعليم جا اصول‘ علم تاريخ جي شعبي سان تعلق رکندڙ شاگردن لاءِ گائيڊ بڪ آهي. مسٽر محمد الياس رضوي هن ڪتاب جي تياريءَ ۾ ڇگي خاصي محنت ڪئي آهي. ڪتاب کي معياري بنائڻ ۾ سائين محمد ابراهيم جويي صاحب ۽ جنرل هسٽري جي پروفيسر ڊاڪٽر غلام محمد لاکي صاحب جن جو به هٿ شامل رهيو آهي. سائين جويي صاحب مسودي جي نهايت زبون حاليءَ جي هوندي به تمام ڪارائتيون درستيون ڪيون ۽ ڊاڪٽر غلام محمد لاکي صاحب جن زباني طرح پنهنجن مفيد مشورن کان اسان کي نوازيو. ادارو ٻنهي قابلِ احترام عالمن جو بيحد ٿورائتو آهي.

ڪتاب ۾ انگريزي لفظن جي اجائي ڀرمار هئي، جيڪا گهڻي ڀاڱي حذف ڪئي وئي آهي، پر جتي ضرورت محسوس ڪئي وئي آهي، اُتي انهن کي برقرار رکيو ويو آهي. پروفيسر قلندر شاهه لکياري صاحب ڪتاب جا سيڪنڊ پروف پڙهيا ۽ بورڊ جي پبليڪيشن شعبي جي سربراهه مسٽر دين محمد ڪلهوڙي هن جو مقدمو لکيو. بورڊ انهن ٻنهي صاحبن جي ڪيل محنت کي به قدر جي نگاهه سان ڏسي ٿو.

هن ڪتاب جو هيءُ پهريون ڇاپو آهي، جو ڇپجي اوهان لائق پڙهندڙن جي هٿن تائين رسيو آهي. اميد ڪجي ٿي ته مطالعي کان پوءِ پڙهندڙ هن ڪتاب بابت پنهنجن مفيد مشورن ۽ صلاحن کان اسان کي ضرور نوازيندا، ته جيئن ٻئي ڇاپي ۾ انهن مشورن جي روشنيءَ ۾ ڪتاب کي وڌيڪ بهتر بڻائي سگهون.

**ڄامشورو، سنڌ**
خميس ۲۷- شعبان المعظم ۱۴۲۷ھ
بمطابق 21- سيپٽمبر 2006ع

**اعجاز احمد منگي**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# مقدمو

لفظ 'تاريخ' بنيادي طرح گذري ويل وقت لاءِ استعمال ٿيندو آهي ۽ گذري ويل وقت، هڪ حقيقت جو نالو آهي، جنهن ۾ مختلف فطري ۽ غير فطري واقعا لقاءَ ۽ مظهر موٴجزن ٿين ٿا. تنهنڪري هن علم کي 'علم ماضي' بہ چئي سگهجي ٿو. پڙهندڙن لاءِ هن علم جو مطالعو يا بحث دلچسپيءَ ۽ معلومات کان خالي نہ آهي.

تاريخ جيئن تہ ماضيءَ جي حالات ۽ واقعات جو نالو آهي، تنهنڪري اها غلط يا ڪوڙي نہ ٿي ٿئي، پر ان تي پهچڻ جا رستا غلط ۽ درست ٿي سگهن ٿا. هن ۾ ڏسڻو اهو آهي، تہ تاريخ نويسيءَ دوران جيڪي وسيلا (ماخذ) ڪتب آيا، اُهي ڪيترا درست يا ڪيترا غلط هئا!

تاريخ جي مطالعي مان ملندڙ نتيجن جي صحتمندي يا غيرصحتمنديءَ جو دارومدار ماخذن تي هوندو آهي. ماخذ غلط بہ ٿي سگهن ٿا، تہ درست بہ.

تاريخ ماضيءَ جو هڪ منتشر، گهڻ پاسائون، تڪراري ۽ بحث طلب رڪارڊ آهي. عام طور تي هن بحث کي سلجهائڻ لاءِ تاريخي ڪتابن کان مدد ورتي آهي. اهي تاريخي ڪتاب هن بحث جو هڪ طرف ٿوڙ بہ هوندا آهن، تہ ٻئي طرف نون بحثن کي کولي.هڪ نئين تڪرار يا بحث جو سبب بہ بڻجندا آهن. ان تڪرار يا بحث کي سُلجهائڻ لاءِ ڪتاب سميت علم الدلائل کان بہ مدد ورتي آهي. ڇو تہ جتي ڪتاب مجموعي طرح تڪرار جو شڪار ٿي بحث کي ويتر اُلجهائي ڇڏين ٿا، تہ اُتي انساني شعور، عقل، دانائي ۽ فهم ئي رهنمائي ڪري ٿو. هونئن بہ تاريخدان ۽ سُچاڻ پڙهندڙ رڳو ڪتابن تي نہ ياڙيندا آهن. ڇاڪاڻ تہ اهي ڪتاب دراصل ماڻهن جا ئي لکيل هجن ٿا، جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن مڪتبہ فڪر ۽ ڏُر سان سلهاڙيل هوندا آهن.

تاريخ لکڻ لاءِ مُحقق يا تاريخدان جو اڻ ڌريو ٿي لکڻ، هڪ مڃيل اصول آهي، پر جيئن تہ موٴرخ يا تاريخدان سڀ کان پهريان هڪ انسان آهي ۽ هو انساني سماج ۾ رهندي پنهنجي ماحول ۽ تربيت جو اثر ذهن تي استوار ڪري ٿو. اهڙيءَ صورتحال ۾ اهو تمام ڏکيو عمل هجي ٿو، تہ

ڪوبہ تاريخ نويس جڏهن تاريخ لکڻ جھڙو اهم ۽ بنهہ ذميواريءَ جو ڪم سرانجام ڏئي، تہ هو غيرجانبدار رهي سگهي! پر تنهن هوندي بہ اهو چئي سگهجي ٿو، تہ تاريخ تي تيل ڪم ڪنهن قدر غير جانبدارانہ طور تي بہ ٿيو آهي، پر مجموعي طور تي نہ.

'تاريخ جي تعليم جا اصول' جناب محمد الياس رضوي جي تحريري ڪاوش آهي، جنهن ۾ ليکڪ علم تاريخ جي وصف، تشريح، مقصد ۽ قسمن تي چڱو خاصو علمي ۽ فڪري بحث ڪيو آهي. علم تاريخ ۽ تاريخ نويسيءَ جي قدامت تي هڪ هنڌ لکي ٿو:

> "اٺويهين صديءَ کان تاريخ جي ڪتابن ۾ تاريخ جي علم ۽ تاريخ جي فلسفي تي سائنسي نظرين جو اثر پئجي ويو. اٺويهين صديءَ کان وٺي تاريخي حقيقت کي ارتقائي نظريئہ زندگي موجب جاچيو ويو آهي. سچ پچ سائنسي يا ارتقائي نظرئي ۽ تاريخ جي علم کي نئون جنم ڏنو آهي. عام طور تي تاريخ کي ٻن دورن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: هڪڙا اهڙا ڪتاب آهن، جي اٺويهين صديءَ کان اڳ لکيا ويا آهن، سي پهرين دور جا آهن. ٻيا اهي، جي اٺويهين صديءَ کان پوءِ لکيا ويا آهن، سي ٻئي دور جا چئبا. ٿورن لفظن ۾ تاريخ جو علم هن ڌرتيءَ تي انساني ارتقا جي مطالعي ڪرڻ جو نالو آهي."

مصنف ڪتاب ۾ 'تاريخ سائنس آهي يا فن؟' جي عنوان تي هڪ دلچسپ ۽ تفصيلي بحث ڇيڙيو آهي. هيءُ بحث نہ رڳو علم تاريخ جي ڄاڻوئن ۽ عالمن جي لاءِ دلچسپيءَ جو دروازو کولي ٿو، پر علم تاريخ سان دلچسپي رکندڙ شاگرد ۽ عام پڙهندڙ بہ هن مان لطف اندوز ٿيندا. بحث تيل آهي، تہ علم تاريخ هڪ سائنس آهي يا فن؟

سائنس بابت عام طور تي اها تعريف ڪئي ويندي آهي، تہ اهڙو علم جيڪو تجربي جي بنياد تي چٽجي صاف ٿي سامهون اچي. ان جو مطلب وجي اهو ٿيو، تہ جيڪا ڄاڻ تحقيق ۽ تنقيد جي ڪسوٽيءَ تان پرکجي، صاف ٿي اچي، اها ٿي: 'سائنس'، ۽ ان بابت جيڪو بحث مطالعي هيٺ آيو، اهو ٿيو:

’خالص علم‘. پر جڏهن اهو علم ڪنهن تي Implement ڪيو ويو، ته ان دوران اهو ٿيو: ’فن‘.

هن ڪتاب جو مواد مصنف ٻارهن بابن ۾ ورهايو آهي. تاريخ جهڙي وسيع موضوع کي ننڍين ننڍين عنوانن ۾ ونڊي ورڇي پڙهندڙ لاءِ سهوليت پيدا ڪئي وئي آهي. خاص طور تي علم تاريخ جي شاگردن لاءِ هيءُ ڪتاب هڪ گائيڊ جي حيثيت رکي ٿو. هن ڪتاب ۾ جيڪو نقص نمايان نظر اچي ٿو. شاگرد هن ڪتاب کي پڙهي استفادو ڪندا. لائق مصنف به انهيءَ خيال کي ذهن ۾ رکي هيءُ ڪتاب تيار ڪيو هوندو. سنڌي ادبي بورڊ هن ڪتاب کي ڇاپي نه رڳو تاريخ جي مضمون پڙهائيندڙ استادن ۽ شاگردن لاءِ ڪنهن حد تائين سهوليت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي بلڪ عام پڙهندڙ به هن ڪتاب مان چڱو خاصو لاڀ حاصل ڪري سگهندا.

واپڊا ڪالوني، ڄام شورو
اگارو، 19- سيپٽمبر 2006ع

دين محمد ڪلهوڙو

بسم الله الرحمن الرحيمo

## باب پهريون

# تاريخ ڇا آهي؟

سر رابرٽ والپول بيمار هو. سندس زال کيس چيو تہ "توکي ڇا پڙهي ٻڌايان؟" هن ورندي ڏني تہ. "جيڪي وڻئي سو پڙهي ٻڌاءِ. مگر تاريخ اصل نہ هجي!"

نيپولين بوناپارٽ کي بہ تاريخ کان ڪافي نفرت هئي. هو تاريخ ۽ ان جي ڳالهين کي هڪ قسم جون ڪوڙيون آکاڻيون سمجهندو هو. هربرٽ اسپينسر کي بہ تاريخي معلومات ۽ ڳالهين لاءِ تمام گهڻي ڏکار هئي. هو چوندو هو تہ. "تاريخي حقيقتن کي ماڻهو پاڻ کي وندرائڻ لاءِ ۽ تفريحاً پيلي پڙهي. مگر هيءَ ڳالهہ تہ. تاريخي حقيقتون ۽ واقعات پڙهڻ مان اسان ڪجهہ پرائي سگهنداسون. سو بلڪل غلط آهي."

فرانس جي ڪن اسڪولي انسپيڪٽرن کان پڇيو ويو تہ. "اسڪولي نصاب جي لاءِ انهن جي خيال موجب ڪهڙا ڪهڙا مضمون ضروري آهن؟" هڪڙي چيو. "تاريخ جو مضمون بلڪل بيڪار آهي. ڇاڪاڻ تہ جيڪو ماڻهو پڙهيل آهي. اهو تاريخ ۽ تاريخي واقعات پاڻ مطالع ڪري سگهي ٿو." ٻئي انسپيڪٽر وري چيو تہ. "تاريخ جو پاڙهڻ هڪ ناممڪن ڪم آهي!" ٽئين انسپيڪٽر بہ ايئن ئي ٻڌايو تہ. "تاريخ پڙهڻ يا پڙهائڻ ۾ فائدو ٿيڻ تہ جدا ڳالهہ آهي. الٽو شاگردن ۽ پڙهندڙن کي نقصان پهچڻ جو انديشو آهي. ڇو تہ تاريخ پڙهڻ جي ڪري ٻارن ۾ اجائي تڪبر ۽ ڪوڙي تفخر جو جذبو جاڳندو آهي."

يورپ ۾ جڏهن رومن ڪئٿولڪ ڪليسا (Roman Catholic) جي عروج جو زمانو هو. تڏهن عيسائي مذهب جي پيشوائن ۽ اڳواڻن اسڪولن ۾ تاريخ جي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ تي پابندي وجهي ڇڏي هئي. ڇو تہ انهن جي راءِ موجب "تاريخ ۽ ان جي حقيقتن جي سڪيا ڪليسا ۽ حرمت جي اصولن ۽

قانونن جي لاءِ عوام ۽ شاگردن جي دلين ۾ ڌڪار ۽ نفرت پيدا ڪندي هئي." مٿي ڏنل مفڪرن ۽ سياستدانن جا رايا تاريخ جي مضمون شامل ڪرڻ جي مخالفت ۾ آهن.

هاڻي اچو تہ تصوير جو ٻيو رخ بہ ڏسون. آليور ڪراميل جو اعتماد هو تہ تاريخ جي علم ۾ ڌڻي تعاليٰ جي ذات جو عڪس ٿو ملي. هيءُ مضمون رب جي صفات جو مظهر آهي. فرائڊ جي راءِ موجب "تاريخ هڪ اهڙي مستقل ۽ ابدي گهنڊ جو آواز آهي جو انسانذات جي ڪنن ۾ هميشہ صدين کان صدين تائين حق ۽ ناحق، انصاف ۽ عدل ۽ ظلم ۽ ڏاڍ جي قانون جي اهميت ۽ ڄاڻ جي وسيلي ٻُرندو ٿو رهي". جونز جو خيال آهي تہ، "تاريخ زندگي جي مشاهدات ۽ تجربات جي هڪ کاڻ آهي. اهوڪن ٻارن ۾ موجود نسل جي لاءِ علم تاريخ جو پڙهڻ ۽ پڙهائڻ انهيءَ لاءِ ضروري آهي تہ اڳوڻي زماني جي ماڻهن جي مشاهدن ۽ تجربن جو خزانو انهن کي ملي ۽ پڻ دنيا کي فيضياب ڪري." هربارٽ جو هڪڙو معتقد مفڪر مسٽر زلر هو، جنهن جي راءِ موجب، "تاريخ جي علم کي اسڪولي نصاب ۾ مرڪزي حيثيت رکڻ گهرجي، ۽ باقي سيني مضمونن کي ثانوي طور ٿي تاريخ جي چوگرد تربيت ڏيڻ گهرجي." مٿي ڏنل ڳالهين مان ثابت ٿئي ٿو تہ تاريخ جي فلسفي ۽ فائدي بابت مختلف ماڻهن ۽ مفڪرن جا متضاد رايا رهيا آهن. تنهن هوندي بہ هڪڙي حقيقت پڌري ٿيل آهي تہ هن مخالفت موافقت يعني متضاد خيالن جو سبب هيءُ آهي تہ مؤرخ ۽ مفڪر تاريخ جي علم جي وصف ۽ مقصد بابت هم خيال ۽ متفق راءِ نہ رهيا آهن. هر ڪنهن فلسفيءَ ۽ مفڪر پنهنجي راءِ ۽ خيال موجب تاريخ کي سنو يا بيڪار سمجهيو آهي، هر ڪنهن مفڪر تاريخ جي علم بابت پنهنجو مفهوم ۽ مطلب جدا جدا ڏاهيو آهي. ان ڪري هر ڪنهن جو اختلاف ۽ اتفاق صحيح ۽ درست آهي.

ان ڪري اسان لاءِ ضروري آهي تہ تاريخ پڙهائڻ جي طريقن ۽ اصولن تي بحث ڪرڻ کان اڳ ۾ هن ڳالهہ جو فيصلو ڪريون تہ تاريخ جو علم آهي ڇا؟ ۽ ان جي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ مان ڪهڙا فائدا آهن؟ جيڪڏهن تاريخ جو علم رڳو بادشاهن جي شان ۾ گهڙيل ۽ واقعن جو مجموعو ۽ داستان آهي تہ پوءِ بهتر ٿيندو تہ هن مضمون کي نصاب کان ٻاهر ڪڍيو وڃي ۽ ان جي عيوض ڪو ٻيو ڪارائتو ڪم شامل ڪيو وڃي، جنهن مان ٻارن کي ڪجهہ فائدو رسي.

هاڻي سوال پيدا ٿئي ٿو. تہ تاريخ جي علم بابت ماڻهن جا رايا ايتري قدر اُبتا ۽ متضاد ڇاجي ڪري ۽ ڇو آهن؟ هن سوال جو جواب هي آهي تہ ٻن هزار ورهين کان وٺي تاريخدان ۽ ليڪڪ تاريخ جا ڪتاب پنهنجي پنهنجي ذاتي غرض ۽ مقصدن جي مدنظر لکندا آيا آهن. هر نئين مؤرخ يا مصنف جو هر نئون يا تازو مقصد يا غرض يا ماحول ۽ معاشرتي گهرج تاريخ جي مفهوم کي نئون رنگ ۽ مطلب ڏيندو رهيو آهي. جنهن جي ڪري هر زماني ۾ تاريخ جو فلسفو، معنيٰ سميت ڦرندو رهيو آهي. عام طور علم تاريخ کي ٻن دورن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪڙا اهڙا ڪتاب آهن، جي اٺويهين صديءَ کان اڳ لکيا ويا آهن، سي پهرئين دور جا آهن. ٻيا اهي، جي اٺويهين صديءَ کان پوءِ لکيا ويا آهن، سي ٻئي دور جا ڄڻبا.

اٺويهين صديءَ کان تاريخ جي ڪتابن ۾ تاريخ جي علم ۽ تاريخ جي فلسفي تي سائنس ۽ سائنسي نظرين جو اثر پئجي ويو. 19 صديءَ کان وٺي تاريخ جي علم ۽ تاريخي حقيقت کي ارتقائي نظريہ زندگي موجب جا چيو ويو آهي. قديم ۽ مُدي خارج فلسفہ حيات روڪيو ويو. سچ پچ سائنسي يا ارتقائي نظرئي، تاريخ جي علم کي نئون جنم ڏنو آهي. شروعاتي دوُر جي تاريخ علم ادب جو ڀاڱو هوندي هئي، تنهن ڪري هن ۾ علم و ادب جون سڀئي خاصيتون هيون. شروع شروع ۾ تاريخ آکاڻين تي مشتمل هئي. اهي آکاڻيون افسانوي نثر يا نظم ۾ لکيل هونديون هيون انهن آکاڻين جو سچو هجڻ لازمي ڪونہ هو. بلڪہ ضروري ڳالهہ هيءَ هئي تہ هر هڪ آکاڻي دلچسپ ۽ وندرائيندڙ هجي. تنهن کان سواءِ شروعاتي دوُر ۾ تاريخ لاءِ يا ٻيءَ طرح بہ فن تحرير جو علم نہ هو. ۽ قرون وسطيٰ تائين بہ ڪتاب يا تہ اصل وجود ۾ ڪونہ هئا. يا تمام اڻ لڀ هئا. تاريخ جون آکاڻيون يا گذريل زماني جون ڳالهيون ٻيءَ پيڙهيءَ کي ۽ گهر يا ڪٽنب جا وڏا پنهنجن ننڍن کي زباني ٻڌائيندا هئا ۽ سيکاريندا هئا. هيءُ ڪم هڪ نسل کان وٺي ٻئي نسل تائين جاري رهندو هو. نيٺ نتيجو اهو نڪتو تہ تاريخ جون آکاڻيون ۽ ڳالهيون گهڻن ماڻهن جي واتن ۽ دماغن جي اثر پوڻ جي ڪري ڪافي بدلجي وينديون هيون. اصلوڪي آکاڻي ڪجهہ سچي بہ هوندي هئي تہ بہ ٻئي نسل تائين پهچندي پهچندي ساڳي سچي ڳالهہ ڪوڙي ۽ مبالغہ آميز سمجهي ويندي هئي. هزارها

ورهين تائين هن ريت تاريخ ۾ ڦير گهير ٿيندي رهي.

رامائڻ ۽ مها ڀارت منڍ ۾ ڪٿائن يا قصيدن کان سواءِ وڏيڪ ڪجهہ بہ نہ هئا. اڳئين زماني ۾ هندستان ۾ يگيہ (Horse- Sacrifice) جو رواج هوندو هو. يگيہ ڪرڻ جي مکيہ ڏينهن کان ڏهہ ڏينهن اڳ ئي پروهت ۽ ڀاٽ ديوتائن ۽ قومي سورمن جي ساراهہ وارا قصيدا پڙهڻ ۽ انهن جا ڳڻ ڳائڻ شروع ڪندا هئا. ساڳئي نموني جنگ جي موقعي تي بہ اهي پروهت ۽ ڀاٽ پنهنجا بيت ورن يا سورمن کي جوش ڏيارڻ لاءِ ڳائيندا ۽ پڙهندا هئا. انهن گيتن، بيتن ۽ نظمن ۾ اڳئين زماني جي بهادرن ۽ عالمن، بادشاهن ۽ راجائن، ديوين ۽ ديوتائن جا ڪارناما لکيل هوندا هئا. ان شروعاتي دور جي آکاڻين، نظمن ۽ ڪٿائن جو مقصد يا رڳو تفريح هوندو هو يا وندر يا نوخيز سپاهين ۽ جوانن ۾ جوش پيدا ڪرڻ ۽ انهن تي وطنيت ۽ حب وطن جو جذبو طاري ڪرڻ هوندو هو. آکاڻي ناهيندڙ جو واسطو سچ يا ڪوڙ سان اصل ڪونہ هو. تحقيق ۽ تجسس هن جو مقصد ئي نہ هو. قديم زماني جون آکاڻيون سچي نموني ۾ پيش ڪرڻ نصب العين نہ هو. بلڪ تاريخ کي دلچسپ ۽ وندرائتي نموني سان وقتي ضرورت جي ڪري سامهون آڻڻ خاص مقصد هوندو هو.اڳوڻي زماني جي ماڻهن جون خوبيون ۽ خاميون وڌائي ۽ مبالغو ڪري بيان ڪيون وينديو هيون تہ ٻڌندڙ کي فرحت ۽ لطف اچي. انهن آکاڻين ۽ ناٽڪن ۾ ڀُوت، پريون ۽ ٻيا خيالي اداڪار ڪم ڪندا هئا. عام ماڻهو فرشتا سمجهيا ويندا هئا. واقعات ۽ حقيقتن کي ائين ملائي ڇڏيندا هئا، جو حقيقت اصل گم ٿي ويندي هئي. تقريرن ۽ ڊائلاگن جي پاڻ ۾ آميزش هوندي هئي. معجزا تہ تمام وڏيڪ وٺندا هئا. ماڻهو ڀِرم ۽ سُنسي وارا هئا. جڏهن ڪو بادشاهہ گذاري ويندو هو تہ پرجا سمجهندي هئي تہ هاڻي رت جو مينهن پوندو ۽ سج لهي ويندو.

يورپ ۾ قرون وسطيٰ تائين تاريخ، ڪليسائي مذهب ۽ مذهبي رسمن ۽ ريتن جي ڪنيز ٻڻي رهي. زماني ۽ مڪاني احساس (Sense of time and distance) جو شعور اصل ڪونہ هوندو هو ۽ نہ ڪو خاص تاريخي نظريو مطمح نظر موجود هو. عيسائي پادري ۽ راهب عبراني تهذيب ۽ تمدن کي معياري شيءِ تصور ڪندا هئا. عيسائي مصنفين ۽ مؤرخين دنيا جي ٻين قومن ۽ سلطنتن کي پنهنجي ڪتابن ۽ ادب ۾ گهٽ درجو ڏيندا هئا. معجزا ۽

ڪرامتون ڪلسبا جي معتقدن جي لاءِ وڏيڪ اهميت رکندڙ ڳالهيون هيون. مطلب تہ اٺويهين صدي شروع ٿيڻ تائين يورپ ۾ بہ تاريخ جو صحيح مفهوم معلوم ۽ موجود نہ هو. اٺويهين صديءَ ۾ طبعي سائنس ۾ واڌاري جي ڪري ۽ علم جي ڳولا ۾ تحقيقاتي ۽ تجسس وارو طريقو استعمال اَڻ جي ڪري تاريخ جي مطالعي ۽ ان جي مفهوم تي بہ سائنس جي نتيجن جو اثر پئجي ويو. تاريخ ۾ تحقيقاتي ۽ ارتقائي نظرين ۽ طريقن کي جاءِ ڏني وئي. يعني اٺويهين صديءَ کان هيءَ تحريڪ شروع ٿي تہ موجوده تاريخي خزاني ۽ مواد کي جاچيو وڃي ۽ ڪوڙ کي آڪاٺين ۽ واقعات مان ڪڍيو وڃي ۽ سچين ڳالهين جي ڳولا ڪئي وڃي، تہ تاريخ جو علم بہ بين سائنسن وانگر انسان جي زندگيءَ لاءِ ڪارائتو ثابت ٿئي ۽ بني آدم ۽ آئنده نسلن کي پنهنجي وڏن بزرگن جي صحيح ۽ سچي حالات جي خبر پوي.

يورپ ۾ پڻ هن نظريي جي مد نظر تاريخي دستاويزن ۽ جهوني رڪارڊ جي اهميت وڌي وئي. يورپ جي سجاڳ ۽ ترقي يافتہ ملڪن تاريخي دستاويزن، ماخذن ۽ ڪتابن جي ڳولا شروع ڪري انهن کي ناهي ڇاپڻ ۽ شايع ڪرڻ جو ڪم شروع ڪيو. سائينٽيفڪ تاريخ جو گهر جرمني هو ۽ نائي بور (Niebuhr) هن جو پيءُ هو. هن مؤرخ سڀ کا اول ”رومي جمهوريہ“ جي تاريخ لکي، جنهن ڪم ڪرڻ ۾ هن کي لوي جي تاريخ روم کان مدد ملي. نائي بور تاريخ جي علم کي هڪ جدا ۽ آزاد سائنس ناهي ڇڏيو. نائي بور جو اثر يورپ جي ٻين مؤرخن تي بہ پيو ۽ جرمنيءَ جي درسگاهن ۾ تربيت يافتہ اسڪالرن ۽ پروفيسرن موجود تاريخي مواد ۽ رڪارڊ کي ڇڪاسي مبصرانہ ۽ تنقيدي نظر هيٺ آڻي وري ڪتابي صورت ڏيئي ڇپايو ۽ تاريخي علم کي سائنس جو درجو ڏنائون. انگلنڊ ۾ اهڙا مکيہ مؤرخ ۽ محقق هينيان شخص هئا: (1) بشپ اسٽبس (2) ايس.آر.گارڊنر (3) ايف.ڊبليو.ميٽلينڊ (4) ٽي.ايف.ٽائوٽ اسٽبس 25 ورهين تائين رڪارڊ ڪميشن جي ميمبر جي حيثيت ۾ رهيو ۽ ڪم ڪيائين. هو پهريون اسڪالر هو، جنهن ثابت ڪري ڏيکاريو تہ تاريخي رڪارڊ ۽ مواد کي محققانہ انداز ۽ تنقيدي لحاظ کان پيش ڪرڻ ۽ تاريخي ڪتابن جي شائق ٿيڻ جو صحيح مفهوم ۽ مراد ڇا آهي؟ هن جو مشهور ڪتاب Constitutional History آئين جي تاريخ آهي. جنهن ۾

قرون وسطيٰ جاسپ آئيني ۽ جوڙجڪي مسئلا ڏنل آهن. انهن تي غيرجانبدارانه راءِ زني ۽ بحث مباحثو ڪيو ويو آهي. اسٽبس سختيءَ سان ايماندارانه ۽ غيرجانبدارانه نظر سان تاريخ لکڻ لاءِ قلم هٿ ۾ کنيو. هو فخر سان چوندو هو ته منهنجو ڪتاب يا تصنيف پڙهڻ کان پوءِ ڪو به هن ڳالهه جو اندازو لڳائي نه سگهندو ته منهنجا سياسي خيال ۽ اعتقاد ڇا آهن. هن ڳالهه ۾ شڪ ئي ڪونه آهي ته اهڙي قسم جا مؤرخ وري مشڪل لڀندا.

گارڊنر صاحب انگلنڊ جي اسٽوئرٽ گهراڻي جو خاص مطالع ڪيو ۽ ڇئن سالن جي اڻ ٿڪ ڪوشش کان پوءِ جي اسٽوئرٽس ۾ لکيائين. ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ صاف محسوس ٿيندو آهي ته مؤرخ غيرجانبدار آهي، نه بادشاهه جو دوست ۽ نه ئي پارلينيٽ جو طرفدار.

ميٽلنڊ صاحب "انگريزي قانون عدليه" کي پنهنجو خاص موضوع ناهيو ۽ تاريخ جي وصف کي جامع ۽ وسيع ڪري ڇڏيائين. چوي ٿو ته، "جيڪي ڪم ماڻهن ڪيا آهن ۽ چئي ويا آهن، خاص طور سان جيڪي به انهن جا خيال ۽ سُياءُ تي رهيا آهن، اهو آهي تاريخ ۽ ان جي علم جو موضوع."

هو سياسي ۽ آئيني قانونن کي مرده ۽ بيجان شيون (Mere abstractions) نه سمجهندو هو. بلڪ چوندو هو ته قانون ۽ آئين هڪ زنده ۽ جيئري طاقت آهي، جنهن جو واسطو ۽ لاڳاپو زنده ماڻهن ۽ بيدار قومن سان ٿيندو آهي. اهڙن نون مؤرخن جي فهرست تمام گهڻي ڊگهي ٿي سگهي ٿي. انهن کان اڳ تاريخ "الف ليليٰ" جي ڪوڙين آکاڻين وانگر هڪ خيالي آکاڻي هوندي هئي، جنهن ۾ حقيقت ڪوڙن افسانن جي غلبي ڪري گم ٿي ويندي هئي.

والپول ۽ نيپولين جو چوڻ آهي ته تاريخ ۾ ڪوڙيون ڳالهيون جام آهن. بيشڪ ڪنهن حد تائين سندن اها چوڻي صحيح هئي. پراڻي يا پهرئين دؤر جي تاريخدانن ۾ ٽن قسمن جون خرابيون هيون:

(1) قديم ۽ اڳوڻا مؤرخ تاريخ ۽ تاريخي تصانيف کي تاريخ جي علم وڌائڻ خاطر نه لکندا هئا، بلڪ تاريخي مواد ۽ آکاڻين کي ادبي يا خيالي، مذهبي ۽ سياسي رنگ ڏيئي پنهنجي يا ٻين جي مرضيءَ پٽاندر پورو ڪندا هئا. انهن جو خيال محققانه ۽ مفڪرانه نه هو. بلڪ تنگ، شخصي ۽ مقامي هو. انهن جي تخيل ۽ تصور تي عصبيت ۽ تعصب جا پردا پيل هئا.

(2) انهن جهونن مؤرخن جو موضوع علم التاريخ نہ هو. بلڪ سندس نظريو شخصي، ذاتي ۽ سطحي هو. جنهن جي ڪري انهن جي ڪتابن ۾ فقط بادشاهن، رائين، وزيرن، ۽ سپهہ سالارن جو احوال ڏيڻ اولين فرض سمجهيو ويندو هو. عام ماڻهن جي حياتيءَ جي احوال سان انهن جو واسطو ئي ڪونہ هو. سياسي ۽ فوجي واقعا بيان ڪرڻ ئي انهن جي مراد هئي. سماج جي پنگتي، مالي، تعليمي ۽ تمدني زندگيءَ سان انهن جو واسطو ڪونہ هو.

(3) انهن مؤرخن جي ڪم ڪرڻ جو طريقو مبصرانہ ۽ مفڪرانہ ڪونہ هو. تاريخي ڳالهين جو سچو يا ڪوڙو هجڻ انهن جي سامهون يڪسان هو. ماخذن کي ڳولڻ ۽ تحقيقي سچا واقعا اخذ ڪرڻ، پوءِ پنهنجا يا ٻين جا سچا رايا لکڻ ۽ انهن جي اشاعت ڪرڻ انهن جو مقصد ڪونہ هو. اهي اهڙا خود غرض، سُست يا جانبدار هئا جو هر ڪنهن ڳالهہ تي سوچ ويچار ۽ غور و خوض ڪرڻ کان سواءِ ئي اعتبار ڪري ڇڏيندا هئا. انهن کي هيءَ خبر اصل ڪانہ هئي تہ تاريخ هڪ علحدي شيءِ آهي. قصا ۽ افسانا ڪا ٻي شيءِ ٿيندي آهي.

ايتري بحث مباحثي کان پوءِ اسان غالباً آسانيءَ سان سمجهي وينداسون تہ تاريخ جي وصف ڇا آهي. تاريخ مبصرانہ، مفڪرانہ ۽ تنقيدانہ نظر سان بني نوع انسان جي گذريل زندگيءَ جي حالات ۽ واقعات جي مطالعي ڪرڻ جو ٻيو نالو آهي. هيءَ مطالعو ڪنهن خاص ملڪ، قوم يا ڪنهن خاص علائقي يا دؤر يا عهد تائين محدود ٿي نہ ٿو سگهي. بلڪ هيءُ مطالعو ان وقت کان وني شروع ٿئي ٿو، جڏهن ڏاڏي آدم عليہ السلام هن ڌرتيءَ تي اچي قدم مبارڪ رکيا ۽ ڏاڏي حوا سان گڏجي سماج جو بنياد وڌو.

تاريخدان ۽ مؤرخ جو واسطو هر ان جاءِ، علائقي يا ڪنڊ سان آهي، جتي بہ بني آدم ويا ۽ سڪونت پذير ٿيا. سچي ۽ صداقت پسند مؤرخ جو ڪوبہ افراد يا هڪ شخص يا چند وڏن تاريخي مشاهيرن سان انفرادي طور ڪوبہ ڪونهي. بلڪ هڪ سچي مؤرخ جو واسطو هر فرد ۽ شهريءَ سان فقط تڏهن آهي جڏهن مؤرخ کي ثابتيءَ سان خبر پوي تہ فلاڻو ماڻهو فلاڻي تحريڪ جو پايو وجهندڙ يا فلاحي سماجي ڪم ۾ بهرو وٺندڙ هو. يا فلاحي ماڻهو جو واسطو سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح ڪنهن بہ پنگتي، سماجي يا قومي فلاح وبهبودي يا شروفساد، ظلم و ستم جي ڪم سان رهيو آهي. هڪ معياري ۽

صداقت پسند مؤرخ جو ڪم آهي تہ هو سياسي، مذهبي، پنگتي، ادبي، علمي ۽ آرٽ جي ڳالهين کي انهن شين سان لاڳاپا رکندڙ ماڻهن کي هڪ نظر سان ڏسي پنهنجا سچا رايا ۽ غير جانبدارانہ فيصلا ڪتاب ۾ قلمبند ڪري. جيئن تہ تاريخ ۾ گهڻا ئي خاص واقعا، حادثا، ڪارناما، احوال ۽ افراد موجود هوندا آهن، پر اهي سڀ شيون جدا جدا تاريخ بڻجي نہ سگهنديون جيستائين انهن انفرادي ڳالهين ۽ شين جو پاڻ ۾ ربط ترتيب پيدا نہ ٿي ٿئي.

مؤرخ جو اولين فرض آهي تہ پهريائين جدا جدا تاريخي اصل واقعن ۽ حقيقتن ڪان واقفيت پيدا ڪري جيئن اهي واقعا ۽ ڳالهيون مُنڍ ۾ هئا. تنهن ڪان پوءِ هن جو ٻيو ڪم هيءُ آهي تہ انهن صحيح حقيقتن کي معنيٰ جو جامو پهرائي. يعني ربط، تسلسل ۽ ترتيب ڏيڻ ڪان پوءِ انهن مان نتيجا ڪڍي.

ڪنهن بہ فرد ۽ واقعي يا حادثي کي ساراهڻ يا ان جي مذمت ڪرڻ مؤرخ جو فرض نہ آهي.

ٿورن لفظن ۾ تاريخ جو علم هن ڌرتيءَ تي انساني ارتقا جي مطالعي ڪرڻ جو نالو آهي.

## تاريخ سائنس آهي يا فن؟

متي ڏنل بحث مباحثو هڪ اهم ڳالهہ تي مدار رکندڙ آهي. يعني تاريخ هڪ سائنس آهي. هيءُ هڪ پنگتي يا سماجي علم آهي. تنهن ڪري هيءُ هڪ سماجي علم يعني سائنس ٿيو. پر ڪن ماڻهن جو رايو آهي تہ تاريخ کي سائنس هرگز چئي نہ سگهبو. مثلا اسپينسر جي راءِ موجب، تاريخ زندگيءَ ۾ رهنمائي ۽ رهبريءَ جي لاءِ بلڪل بيڪار آهي. ڇاڪاڻ تہ تاريخ جون ڳالهيون ۽ واقعا اهڙي نموني جا هوندا آهن، جو انهن مان اسان پنهنجي آئنده زندگيءَ ۾رهبريءَ خاطر ڪوبہ نتيجو ڪڍي ڪونہ ٿا سگهون. هن مفڪر جي خيال موجب تاريخ جون حقيقتون دراصل بي ربط ۽ غير مرتب رهنديون آيون آهن. ان ڪري اسان انهن بي ترتيب ۽ بي تسلسل ڳالهين مان پنهنجي زندگيءَ جي آئنده ڪردار ۽ چال چلت بابت ڪوبہ قانون يا قاعدو ناهي ٺٽا سگهون. اسپينسر ۽ ان جا ٻيا هم خيال مفڪر چون ٿا تہ، تاريخ جون حقيقتون ٻين سائنسي علمن جهڙيون نہ آهن. تاريخ جا واقعا پاڻ کي ٻين سائنسي علمن جي حقيقتن وانگر دهرائجن ڪونہ ٿا. جنهن جي ڪري ٻين سائنسي علمن وانگر

هن حقيقتن جا قاعدا ۽ قانون نهي نتا سگهن. نڪي تاريخي ڳالهين ۽ واقعن جو ڪو هرهر مشاهدو تي سگهي ٿو ۽ نہ ڪنهن تجربيگاهہ ۾ انهن تي تجربو ڪري سگهون ٿا. وڏي ۾ وڏو سبب هيءُ آهي تہ تاريخ جو واسطو انسان جي خيالن ۽ اعمالن سان آهي. انسان پنهنجي مرضيءَ، خيال ۽ عمل ۾ آزاد پيدا ٿيل آهي. هن جي مرضي آزاد ۽ اندروني شيءِ آهي جنهن ڪري سندس عملن ۽ خيالن بابت ڪوبہ سائينٽيفڪ قانون ناهڻ ناممڪن آهي. تنهن ڪري جيستائين بين سائنسي علمن وانگر تاريخي علم بابت قانون نہ نهندا، تيستائين علم التاريخ سائنس ٿي نہ سگهندو.

اهي سڀ ڳالهيون بلڪل برابر آهن. علم التاريخ بي شڪ ان لحاظ کان سائنس نہ آهي، جيئن علم طبعي ۽ علم ڪيميا سائنسي علم آهن.

علم التاريخ جون حقيقتون آسمان تي تارن وانگر نہ آهن. جن جي روزاني ۽ ساليانِي گردش مقرر ۽ متعين وقت تي ٿئي ۽ نظام شمسي (The Solar system) يا اجرام فلڪي (Heavenly bodies) وانگر انهن جو مشاهدو ڪيو وڃي. نہ ئي علم التاريخ علم طبعي ۽ علم ڪيميا وانگر آهي، جو ان جي حقيقتن بابت تجربا ڪيا وڃن.

علم التاريخ هڪ اهڙي سائنس آهي، جنهن کي ڳولا ۽ تحقيق، تنقيد ۽ تبصري واري سائنس چئي سگهجي ٿو. ان جي تنقيد ۽ تبصري لاءِ هيٺيان شرط ضروري آهن:

(1) ضروري ۽ اهم واقعن ۽ تاريخي ڳالهين لاءِ محنت ۽ دانائيءَ سان تجسس ۽ ڳولا ڪرڻ.

(2) خبرداريءَ سان هٿ ڪيل ڳالهين ۽ واقعن کي جاچي ۽ پرکي ڏسڻ تہ ڇا اهي ڳالهيون ممڪن آهن.جي ممڪن آهن تہ پوءِ اهو معلوم ڪرڻ تہ سچيون آهن يا ڪوڙيون.

(3) آخر ۾ انهن ڳالهين جو مطلب سمجهڻ ۽ ان مطلب مان ڪارائتا نتيجا اخذ ڪرڻ.

مٿي ڄاڻايل ٽيئي قدم تاريخي ڳالهين جي صداقت ۽ حقانيت جي لاءِ ضروري ڪٿا پوندا. پر هن ڪم جي پوري ڪرڻ ۾ هيءَ ڳالهہ لازمي آهي تہ مؤرخ ۽ محقق جو دماغ ۽ دل عصبيت، تعصب ۽ فرضي مغالطن کان آجا هجن.

هن مان ثابت آهي تہ ڪنهن حد تائين تاريخ حق، سچ ۽ صداقت جي ڳولا سائنسي نڪتہ نگاهہ سان ڪرڻ جو پيو نالو آهي. جيڪڏهن ڳولا جا طريقا علمي(Scientific methods of investigation) آهن تہ ان صورت ۾ تاريخي علم برابر هڪ سائنس آهي. تي سگهي ٿو تہ مؤرخ جي لاءِ هيءَ ڳالهہ ممڪن نہ هجي تہ هو اهڙا قاعدا ۽ اصول ٺاهي سگهي جن جي وسيلي هو آئنده بابت يقين سان پيش گوئي ڪري سگهي، تہ فلاڻين حالتن ۾ فلاڻي قسم جا واقعا پيش ايندا. ليڪن هي ممڪن آهي تہ هر مؤرخ پنهنجي رجحانات، احساسات، نيت ۽ نصب العين ۾ علمي معيار ۽ طريقي جو پابند هجي ۽ تحقيق ۽ تجسس ۾ علمي ذوق ۽ شوق ڪان ڪم وٺندڙ هجي. هيءَ ڳالهہ بہ انصاف ڪان پري ٿيندي جو ڪنهن اهڙي علم جي خزاني کي، جنهن جي وسيلي عام اصول يا قانون نهي نہ سگهن، تنهن کي اسين هڪدم سائينٽيفڪ ٿيڻ ڪان محروم سمجهون. هَڪسلي جي قول موجب، هر اهو علم، سائنس آهي، جنهن جو بنياد ثابتيءَ ۽ دليل تي هجي. پروفيسر ٽيگارٽ جي قول موجب، سائنس هر اهو علم ٿي سگهي ٿو، جيڪو قدرت جي ڪارخاني مان مسلسل ۽ محققانہ طريقن سان حاصل ٿي سگهي. سائنس جي ان وسيع وصف پٽاندر علم التاريخ بہ هڪ سائنس آهي. البت اڪثر ڪري تاريخدان ۽ مؤرخ سائنٽسٽ نہ هوندا آهن.

جيڪڏهن تاريخ هڪ سائنس آهي، تہ ان کي هنر سڏڻ درست ٿي نٿو سگهي، پر پوءِ بہ اڪثر تاريخدان تاريخ کي هنر سمجهن ٿا. انهن جو چوڻ آهي تہ بهرحال سائنس جي حقيقتن جو مثال بدن جي هڏن جهڙو آهي. جيستائين مؤرخ ۾ شاعرانہ تخيل ۽ جذبات موجود نہ هوندا، تيستائين هن تاريخي واقعات جي خشڪ هڏائين پڃري ۾ زندگيءَ جو پيدا ٿيڻ ناممڪن آهي. تنهنڪري هڪ هوشيار مؤرخ لاءِ ضروري آهي تہ هن کي قدرت جي طرفان اعليٰ ادبي ۽ هنري صفات، شاعرانہ تخيل ۽ وسيع همدردي بطور ذات مليل هجن. نہ تہ تاريخ اسان جي لاءِ ڪارگر ۽ فائديمند ثابت نہ ٿيندي.

هيءَ هڪ مڃيل حقيقت آهي تہ تاريخ زنده انسانن جو هڪ جيئرو جاڳندو ۽ سچو رڪارڊ هئڻ گهرجي. تاريخدان جي لاءِ ضروري آهي تہ هو هڪ عالم ٿيڻ ڪان سواءِ هڪ سٺي اديب ۽ فنڪار جي وصفن ۽ خوبين سان آراستہ

هجي. تاريخ جا ڪتاب نہ رڳو ماضيءَ جي حالات جا خزانا هئڻ گهرجن، بلڪ ان سان گڏوگڏ قومي ادب ۾ هنر جا بہ سنا نمونا هئڻ گهرجن تہ ماڻهو انهن جي مطالعي ۾ دلچسپي وٺن ۽ تاريخي حقيقتون انهن جي دلين ۽ دماغن ۾ راسخ ٿي بيهي وڃن.

هاڻي سوال تو پيدا ٿئي تہ تاريخ فقط علم (Science) آهي يا فن (Art) بہ آهي؟ هن سوال جو جواب هيءُ آهي تہ تاريخ پنهنجي ٻن حيثيتن پٽاندر علم بہ آهي ۽ هنر بہ. هن لحاظ کان تہ تاريخ حقيقي ۽ سچن واقعن جي ڳولا ۽ تحقيق جو نالو آهي تہ پوءِ تاريخ هڪ علم آهي. جيڪڏهن هن لحاظ سان تہ تاريخ انهن واقعن ۽ ڳالهين جي بيان ۽ تذڪري جو بہ نالو آهي تہ پوءِ تاريخ هڪ فن آهي يا هئڻ گهرجي.

تاريخ کي "علم ۽ فن" يا "علم يا فن" سمجهڻ بابت جيڪو بحث مباحثو هليو تو اچي ان جو سبب سچ پچ لفظ هسٽري (تاريخ) جي صحيح ۽ اصل مفهوم کي نہ سمجهڻ آهي.

لفظ هسٽري اصل ۾ ماڻهن جي تساهل دماغي جي ڪري بہ مختلف معنائون رکي ٿو. پر شروع ۾ لغت جي لحاظ کان فقط هڪڙي معنيٰ رکندو هو. هسٽري لفظ يوناني زبان جي لفظ هسٽوريا مان نڪتل آهي، جنهن جو مطلب آهي ڳولا يا تلاش يا تحقيقات، حق يا سچ دريافت ڪرڻ.

بهتر ائين ٿئي ها، جو اڄ بہ هسٽوريا لفظ پنهنجي اصلوڪي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو وڃي ها. تنهن صورت ۾ تاريخ جي معنيٰ آهي: سڀ علمي طريقا ۽ وسيلا سمجهڻ تہ جيئن انساني واقعن جي بيان ۽ تذڪري ڪرڻ کان اڳ ۾ صحيح معلومات ۽ واقفيت گڏ ڪرڻ آسان ٿي سگهي. يعني جيڪڏهن تاريخ جي معنيٰ فقط حق ۽ سچي ڳالھ لاءِ تجسس ۽ تحقيق، تنقيد ۽ تبصرو ڪرڻ هجي ها تہ پوءِ انهن ڳوليل حقيقتن جو تفسير يا حقيقت جي ترجماني ٿئي ها.

اهوئي سبب آهي تہ اڄ اسان کي واقعات جي بيان ۽ تذڪري لاءِ ڪو بيو جدا لفظ گهرجي. جيڪڏهن نہ، تہ پوءِ ڪم فهم ۽ اڻ ڄاڻ ماڻهو تاريخ جي ٻن مختلف حيثيتن کي گڏ ڪري نہ سگهندا، ۽ هيءُ هنر ۽ علم جو جهيڙو ختم ٿي نہ سگهندو.

هن بحث کي ختم ڪرڻ لاءِ هڪڙو جدا لفظ تاريخ نويسي (Historiography) آهي، جنهن جو مطلب تاريخ لکڻ جو فن يا هنر آهي. انهيءَ مان ثابت ٿيو ته تاريخ هڪ علم آهي ۽ تاريخ نويسي هڪ هنر آهي.

تاريخ جي انهن ٻنهي حيثيتن جي ضرورت اظهرمن الشمس آهي. ڇاڪاڻ ته اسان کي نه فقط ماضيءَ جي صحيح ۽ سچي احوال جي گهرج آهي، بلڪ اسان کي ماضيءَ جي احوال جو بيان ۽ تذڪرو به خشڪ بي مزي صورت ۾ نه گهرجي. هن احوال جو بيان جيڪڏهن حسن ادب وفن سان سينگاريل ۽ مزين هوندو ته تمام بهتر ٿيندو ۽ هن جي لاءِ اسان جي دل ۾ چاهه ۽ ذوق وڌندو. حق ۽ سچ جي ڳالهه غلو، ڪوڙ، مبالغي ۽ وڏاءَ کان سواءِ ادبي ۽ لساني استعارن، ڪناين، تشبيهن، صنائع ۽ بدايع سان سينگاري پيش ڪرڻ هميشه ممڪن آهي. بشرطيڪ مؤرخ پنهنجي علمي معيار کي يعني تاريخي صداقت کي ادب و فن جي ديوي جي آستان تي قربان نه ڪري ڇڏي.

## باب ٻيون

# تاريخ پڙهڻ جا مقصد ۽ فائدا

تاريخ جي اهميت سمجهڻ لاءِ ان جو مقصد ۽ فائدو ڄاڻڻ پڻ لازمي آهي. ان جي پڙهڻ ۽ پاڙهڻ جي مقصد ۽ فائدي جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي اهو سمجهڻ به تمام ضروري آهي.

اسين جڏهن به ڪو ڪم هٿ ۾ ڪٽندا آهيون يا ڪنهن شيءِ جي شروعات ڪندا آهيون ته اسان جي دل ۽ دماغ ۾ ڪو نه ڪو خاص مطلب يا مراد ضرور هوندي آهي جا اُن ڪم يا شيءِ جي پوري ڪرڻ مان اسان کي حاصل ٿيڻي آهي. جيڪڏهن اهو ڪم چڱيءَ طرح ۽ ڪاميابيءَ سان پورو نٿو ٿئي ته اهو مقصد به گم ٿيو وڃي. بهرحال مطلب هيءُ ٿيو ته ان ڪم يا شيءِ جي ڪرڻ يا ٿيڻ جو مقصد يا مراد شعوري طور ۽ ڏسي وائسي ۽ ڄاڻي ٻُجهي اسين پنهنجي سامهون رکندا آهيون. اسين پنهنجي مقصد يا مراد کان سواءِ ڪنهن به ڪم يا شيءِ کي شروع نه ڪندا آهيون. پر جڏهن ڪو ڪم ڪندا آهيون ته ان جي ڪندي ڪندي يا ان جي پوري ٿيڻ بعد ان جا ڪي نتيجا يا ڪو نتيجو ٻيو نڪري يا ٻيءَ طرح ان ڪم ڪرڻ مان اسان کي ڪو فائدو يا ڪي فائدا رسن، ته ان فائدي يا انهن فائدن کي ان جو مقصد سمجهڻ نه گهرجي. بلڪ انهن کي ڪم جو نتيجو يا نتيجا ئي چئبو.ان ڳالهه مان پڌرو ٿيو ته ڪنهن ڪم جو مقصد جدا ڳالهه آهي ۽ ان جو فائدو علحدي شيءِ ٿي سگهي ٿي. هرهڪ ڳالهه يا ڪم جو مقصد اول ۾ ئي خيال ۾ رکبو آهي. پر ان جي پوري ڪرڻ بعد يا ڪرڻ مهل جو نتيجو نڪري ٿو سو آهي ان جو فائدو. مطلب ته ڪنهن ڪم جي مقصد ۽ فائدي جو ساڳيو هئڻ لازمي ڪونهي. مثلاً ڪولمبس جو مقصد هو ته هندستان وڃڻ جو هڪڙو نئون رستو ڳولي ڪڍڻ پر هن جو اصل مقصد بر صواب ٿي نه سگهيو ۽ سفر ڪندي ڪندي هن آمريڪا ڳولي ڪڍيو. ساڳيءَ طرح مقصد اڪثر واحد ٿيندو آهي. پر ڪنهن به ڪم ڪرڻ جا فائدا هڪ کان وڌيڪ بلڪ گهڻائي ٿي سگهن ٿا ۽ مختلف فائدا مختلف قسم جي اهميت رکن ٿا . ان ڪم ڪرڻ جو نصب العين يا مقصد بلند ٿي سگهي ٿو ۽ اسان جوش ۾ اچي مڙس ٿي ڪم ۾ لڳي پوندا آهيون پر ڪم ڪرڻ جي دوران يعني ان

ڪي ڪندي ڪندي اسان ڪي گهڻا ئي تجربا ۽ مشاهدا پيش اچن ٿا. اهڙن تجربن يا مشاهدن ڪي بہ ان ڪم ڪرڻ جا فائدا چئبو آهي.

ساڳيءَ طرح اسڪول ۾ تاريخ پاڙهيندي اسان گهڻائي فائدا حاصل ڪريون ٿا. پر جڏهن اسان اسڪولي نصاب ۾ تاريخ شامل ڪندا آهيون، تڏهن اهڙا فائدا اسان جي ذهن ۾ موجود نہ هوندا آهن. تنهن ڪري ضروري آهي تہ اسين شروع ۾ ئي تاريخ پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جي مقصد ۽ فائدي ڪي ڌار ڌار سمجهون تہ بهتر ٿيندو. گهڻا ماڻهو تاريخ پڙهڻ ۽ پاڙهڻ جي مقصدن ۽ فائدن ۾ تفاوت نہ ٿا سمجهن. جنهن جي ڪري انهن جي سمجهہ ۾ هيءَ ڳالهہ نٿي اچي تہ اسين ٻارن کي تاريخ ڇو ٿا پڙهايون؟

هن سوال جا گهڻائي جواب ڏنا ويا آهن. جن منجهان ڪي هيٺ ڏجن ٿا:

1- تاريخ جي پاڙهڻ جو مقصد ٻارن جي حافظي جي قوت، خيال يا ادراڪ جي قوتن جي نشونما ڪرڻ ۽ ترقي ڏيڻ آهي.

2- تاريخ پاڙهڻ جو مقصد آهي ٻارن جا اخلاق ۽ عادتون سڌارڻ ۽ ناهڻ.

3- تاريخ پاڙهڻ جو مقصد ٻارن ۾ وطن لاءِ حب پيدا ڪرڻ آهي.

4- تاريخ پاڙهڻ جو مقصد آهي ٻارن جي دلين ۾ هلندڙ ۽ موجوده حڪومت ۽ رائج دستور حڪومت لاءِ چاهہ پيدا ٿئي.

5- تاريخ گذريل زماني جي سياست آهي. تنهن ڪري تاريخ پڙهڻ مان ٻار ايندڙ زماني جي لاءِ سياست جا اصول پرائين ٿا.

مٿي ڏنل مختلف جوابن ۾ تاريخ پاڙهڻ جا مقصد ڇاٽايل آهن يا تاريخ پاڙهڻ جا فائدا؟ جيڪڏهن انهن مان هڪڙو بہ تاريخ پڙهڻ جو فائدو ٿي سگهي ٿو تہ پوءِ اسان کي ثابت ڪرڻو پوندو تہ هيءُ مقصد رڳو تاريخ جي ئي سکيا مان حاصل ٿي سگهندو. يا گهٽ ۾ گهٽ تاريخ جي ئي سکيا مان هيءُ مقصد ڪنهن ٻئي مضمون جي سکيا جي بنسبت بهتر نموني ۾ يا وڌيڪ سولائي سان پورو ٿي سگهندو. پر جيڪڏهن اهي سڀ مقصد نہ آهن، پر تاريخ پڙهڻ جا فائدا آهن يا انهن منجهان فقط هڪڙو ڪو تاريخ پڙهائڻ جو فائدو آهي، جو تاريخ جي سبق پڙهندي شاگرد ڪي رسي تڏهن بہ ان جي ڪابہ اهميت ڪانہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ان جي فائدي جو اثر نہ اسان جي فلسفۂ تاريخ پڙهائڻ مان ئي پئي سگهندو ۽ نہ اسان جي پاڙهڻ جي طريقن سان ئي لاڳاپو رکي ٿو سگهي.

تہ هاڻي اچو تہ ڏسون تہ تاريخ پڙهڻ جا خاص مقصد ڪهڙا آهن؟ پر ان ڪم لاءِ ضروري آهي تہ بہ سوال پنهنجي ڌيان ۾ رکون.

(1) پلا هيءُ مقصد حاصل ٿيڻ جهڙو آهي يا نہ؟

(2) پلا ائين تہ نہ آهي تہ ڪو بيو مضمون بہ ساڳيو ئي مقصد پورو ڪري ٿو سگهي؟ چا ائين بہ آهي تہ اسين ٻارن جي حافظي، تخيل ۽ ادراڪ جي تربيت لاءِ انهن کي تاريخ پاڙهيون ٿا؟ جيڪڏهن ها، تہ پوءِ بيو سوال پيدا ٿيندو تہ چا هيءُ مقصد اعليٰ ۽ سٺو آهي؟ پلا حساب، جاگرافي ۽ بيا اسڪولي مضمون انهن جهڙين دماغي قوتن جي تربيت نہ ٿا ڪن چا؟ حافظي يا خيال جي قوتن ۽ سمجهہ جي قوت يا ادراڪ و فهم وغيره جي تربيت ۽ نشونما ڪي اڳئين زماني ۾ سٺو مقصد سمجهيو ويندو هو. چاڪاڻ تہ ان زماني جي ماڻهن جي راءِ موجب دماغ يا ذهن جدا جدا ۽ آزاد انساني صلاحيتن يا قوتن جو ميڙ هو. تعليم ۽ تربيت جو ڪم فقط هيءُ هو تہ انهن جدا جدا قوتن جي صلاحيتن کي خوب ورزش ڪرائي وڃي ۽ استاد جو ڪم هو تہ انهن قوتن جي استعمال جي لاءِ طريقا ۽ ميزان ڳولي ڪڍي. اهو فلسفو "منطقي" گروهہ وارن تعليمي ماهرن (Logical School of Thinkers) جو هو. پر اڄ زمانو آهي. ارتقائي خيال وارن تعليمي ماهرن (Evolutionary School of thinkers) جو. انسان جو ذهن يا دماغ صلاحيتن يا قوتن جو ميڙ نہ آهي بلڪ جديد فلسفۂ نفسيات موجب ذهن انساني هڪ ٻوٽي يا وڻ وانگر وڌندڙ، ترقي پذير ۽ ارتقا ڪندڙ (Progressive Organism) آهي، جو جيڪڏهن سُڪندو آهي تہ سمورو سڪي ويندو ۽ يا جيڪڏهن سائو ۽ سرسبز رهندو تڏهن بہ سڄوئي سائو رهندو. انساني ذهن جدا جدا قوتن ۽ صلاحيتن جو ميڙ ڪونهي جو دماغي قوتن کي هڪ ٻئي کان ڌار ڌار ڪري سمجهجي. اسڪول کي انهن جو اکاڙو سمجهڻ ۽ استاد کي مداري يا پهلوانن جو گروهہ تصور ڪرڻ سراسر غلطي آهي. اسڪول جو ڪو بہ مضمون هن معنيٰ ۾ ذهن جي صلاحيتن کي ورزش (Mental gymnastics) ڪرائي نہ سگهندو.هن بحث مان ثابت ٿيو تہ جيڪڏهن تاريخ جي سکيا ٻارن جي تخيل، تصور ۽ ادراڪ کي وڌائي سگهي ٿي تہ پوءِ بيا نصابي مضمون بہ ساڳيوئي ڪم ۽ مقصد پورو ڪري سگهن ٿا. مثلاً علم ادب تخيل جي قوت کي وڌائيندو آهي رياضي ٻارن جي قوت ادراڪ

۽ فهم کي ترقي ڏيندڙ آهي. هاڻي ثابت ٿي ويو تہ فقط تاريخ ئي اهڙو مضمون ڪونهي جو دماغي صلاحيتن کي تربيت ڏئي ٿو، بلڪ ٻيا نصابي ڪم بہ دماغ کي وڌائن ٿا. مطلب هي نڪتو تہ ذهن جي قوتن يا صلاحيتن جي نشونما ڪرڻ تاريخ پاڙهڻ جو مقصد نہ آهي. بلڪ هيءُ تاريخ پاڙهڻ جو فائدو آهي ۽ ساڳيو ئي فائدو اسڪولي نصاب جو ڪو بہ ٻيو مضمون رسائيندو.

2- ڇا تاريخ پاڙهڻ جو مقصد ٻارن جا اخلاق ۽ اعمال سڌارڻ ٿي سگهي ٿو ڇا؟ تاريخ بلاشڪ وڏن وڏن ماڻهن ۽ وڏين وڏين شخصيتن جو احوال اسان کي ٻڌائي ٿي ۽ خبر ڏي ٿي تہ گذريل زماني ۾ گهڻائي وڏا ماڻهو ٿي گذريا آهن، جن تمام نيڪ ناميءَ سان پنهنجي زندگي بسر ڪئي آهي ۽ چڱن ڪمن لاءِ وڏيون قربانيون ڏنيون آهن ۽ عجيب وغريب ڪمالات ڏيکاريا اٿن. هيءُ ڳالهہ بہ چئي وجي ٿي تہ تاريخ پڙهڻ مان اسان کي ثابتي ملي ٿي تہ نيڪي ۽ ڀلائي نيٺ فتحياب ٿين ٿيون. بدڪاري ۽ ظلم اڪثر ذليل ۽ خوار ٿيندا آهن. پر اهي ڳالهيون سؤ سيڪڙو سچيون نہ آهن. اهڙا بہ ڪيترائي مثال آهن، جڏهن چڱن مڙسن ۽ شرافت پسند ماڻهن کي دنيا ۾ ڪاميابي ۽ مانَ جي بدران شڪست ۽ ڏک برداشت ڪرڻا پيا آهن. بدڪار ۽ فرعونيت پسند شيطانن کي دنيا ۾ تاج و تخت ۽ عزت ۽ دولت سان سرفراز ڪيو ويو آهي. تاريخ ۾ جيڪي بہ وڏا ماڻهو ٿي گذريا آهن، سي سيئي نيڪ ۽ قابل تعريف نہ هئا بلڪ هيءَ بہ هڪ وڏي تاريخي حقيقت آهي، تہ گهڻائي نيڪ ماڻهو اهڙا بہ ٿي گذريا آهن جي پنهنجي شرافت ۽ مڙسيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. پر اسان کي انهن جي خبر اصل ڪانہ آهي.

حالتن جي ناسازگار هئڻ ڪري پنهنجي زبان ۽ قلم تي مهر هڻي مجبوراً خاموشيءَ سان پنهنجي حياتي چڱن ڪمن ڪندي ۽ خداجي مخلوق جي شيوا ۽ خدمت ڪندي جان بحق ٿيا ۽ انهن کي تاريخ ۾ ڪو بہ درجو نہ ڏنو ويو آهي.

تنهنڪري اهڙن وڏن شاهڪارن کي ٻارن جا اخلاق ناهڻ ۽ سڌارڻ لاءِ تاريخ ۾ شامل ڪرڻ مقصد ٿي نہ سگهندو. ڇاڪاڻ تہ هي وڏا ماڻهو پنهنجي پنهنجي زماني ۾ وڏن معيارن ۽ اصولن پٽاندر بلاشڪ وڏا هئا، پر هميشہ جي لاءِ انهن جي اعمالن ۽ اخلاقن کي شمع هدايت سمجهڻ تمام زبردست غلطي

ثابت ٿيندي. اسين تاريخ جي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جي اخلاقي سڌارن واري فائدي کان انڪار نٿا ڪريون پر اخلاق سڌارڻ تاريخ پڙهائڻ جو مقصد ٿي نه ٿو سگهي. ان جي پاڙهڻ جو مقصد هر صورت ۾ سائينٽيفڪ (Scientific) ٿيڻ گهرجي، جيتوڻيڪ پوءِ ان جا بيا فائدا بهترين ۽ گهٽائي چونه هجن.

3- پيلا تاريخ پاڙهڻ جو مقصد ٻارن ۾ پنهنجي وطن لاءِ حب ۽ محبت جو جذبو جاڳائڻ ٿي سگهي ٿو يا؟ بيشڪ هي سنو مقصد آهي. ۽ تاريخ جو علم بين اسڪولي نصاب جي هيڊن جي بنسبت هيءُ مقصد وڌيڪ ڪاميابيءَ سان پورو ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن تاريخ جي سکيا جو مقصد ٻارن ۾ خاص حب الوطني پيدا ڪرڻ قبول ڪيو وڃي ته پوءِ تاريخ جو تحقيقاتي يا سائنٽيفڪ نظريو ترڪ ڪرڻو پوندو. ان صورت ۾ اسان کي تاريخ جون درست اصلوڪي ۽ حقيقي ڳالهيون يا واقعات هٿ ڪرڻ لاءِ ماخذ، جهونا ڪتاب، سڪا، عمارتون، تصويرون، ٽانوَ ۽ دستاويز هٿ ڪرڻ اجايا ڪم ٿيندا. جيڪڏهن حب الوطني پيدا ڪرڻ ئي اسان جو مقصد ٿي پوندو، پوءِ به تاريخي حالات کي پرکڻ ۽ جاچڻ جي تڪليف چو ڪريون؟ اسين تاريخ پڙهائيندي ٻارن جي سامهون پنهنجي ماضيءَ يا حال جي پاڻمرادو من ماني تصوير ناهي پيش ڪري سگهون ٿا. ۽ ٻارن کي ٻڌائي سگهون ٿا ته انهن جا وڏا ۽ انهن جي قوم هميشه بهترين ۽ اعليٰ ۾ اعليٰ ۽ قابل فخر ۽ پيرويءَ لائق رهيا آهن. دشمن ۽ بيا سيئي ماڻهو انهن کان گهٽ هئا بلڪه ظالم هئا. پاڻ کي ساراهڻ ۽ ٻين کي ڌڪارڻ لاءِ تاريخ جي واقعات ۽ احوال کي سچي ۽ حقيقي طريقي سان ٻڌائڻ لازمي نه آهي. استاد جيئن وڻندس تيئن ٻڌائي سگهندو. منهنجو وطن چڱو آهي ته چا؟ ۽ منهنجو وطن بچڙو آهي ته به چا؟ هيءُ ٿيندو اسان جي ڪم ڪرڻ جو نظريو ۽ طريقه ڪار (treatment) پر تحقيقاتي نظريي پٽاندر هر مؤرخ ۽ استاد کي لازمي آهي ته ٻارن جي سامهون ماضيءَ بابت سچ ۽ تحقيق ٿيل ڳالهين کان سواءِ ڪڏهن به ۽ ڪجهه به نه بيان ڪيو وڃي ۽ نه لڪايو وڃي. اسان جا دوست هجن خواه دشمن هجن، اسين تحقيقاتي پڙتال کان سواءِ ڪنهن کي به نه ساراهي سگهون ٿا نه ڌڪاري. البت هيءَ ڳالهه ممڪن آهي ته ماضي جو احوال بيان ڪندي ڪندي ساڳئي وقت ۽ سلسلي ۾ ٻارن جي دلين ۾ پنهنجي وطن جي حب جي جذبي پيدا ڪرڻ جي به ڪوشش ڪري سگهون

تا، جا چڱي ۽ سني شيءِ آهي. پر تاريخ پاڙهڻ جو مکيہ مقصد حقيقت يا سچ جي ڳولا رهندو نہ وطن جي حب. نيٺ تاريخ پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جو فائدو ئي ٿي سگهي ٿو.

4- ڇا تاريخ جو هيڏ وقت جي حڪومت يا سرڪاري مقصدن جي خاطر هڪڙو پروپيگنڊا ۽ پرچار جو اوزار ٿيڻ گهرجي، يا نہ؟

جيڪڏهن هائو تہ نتيجو هيءُ نڪرندو تہ وقت جي حاڪمن کي جئين وڻندو تئين پنهنجيٌ غرضن جي پورائي لاءِ تاريخ جي واقعات ۽ احوال کي ڦيرائي ۽ بدلائي هڪ جدا تاريخ ٺاهيندا. هيءُ ڏنڌو ڪو باعزت ۽ باشعور ماڻهو وري هرگز پسند نہ ڪندو. جڏهن اسان کي هيءَ ڳالهہ نتي وٺي تہ تاريخي ڳالهين ۾ اخلاق سيکارڻ ۽ حب الوطنيءَ جي جذبي پيدا ڪرڻ لاءِ ڦير گهير ڪئي وڃي، جو نسبتاً تمام چڱو ڪم آهي. تڏهن ائين هرگز نہ ٿيڻ گهرجي تہ حڪومت جي وقتي ۽ عارضي ۽ خود غرضانہ مقصدن جي لاءِ تاريخ کي ان جي ڪوڙي پروپيگنڊا جو اوزار يا حڪومت جو آلهٔ ڪار بنائڻ قبول ڪيو وڃي.

5- ڇا تاريخ پڙهائڻ جو مقصد آئنده زماني لاءِ ٻارن کي سياست داني ۽ حڪومت هلائڻ جا قاعدا ۽ آداب سيکارڻ تجويز ڪيو وڃي؟ ڇاڪاڻ تہ اڳوڻي زماني ۾ جڏهن تاريخ جي سکيا جو اسڪول جي نّصاب ۾ نالو ئي ڪين هو، هي ڪم فقط شهزادا ۽ وڏا سپهہ سالار ۽ سينا پتي سکندا هئا، تہ جيئن اهي حڪومت ۽ راڄ نيتي جو ڪم چڱي طرح هلائي سگهن ۽ ملڪ ۾ امن امان قائم رکي سگهن ۽ فن جنگ جي سکيا حاصل ڪري جنگيون کٽي سگهن.

پر سياست داني تاريخ جي علم جو فقط هڪڙو پاسو آهي. سماج يا معاشري ۾ فقط شهزادا، بادشاهہ ۽ سپهہ سالار وغيره ئي شامل نہ آهن، بلڪہ سياسي زندگي معاشرتي يا وسيع سماجي زندگيءَ جو فقط هڪ پاسو آهي. تاريخ جي علم جو واسطو ڪنهن سماج، معاشري يا قوم جي پوري يا سموريءَ زندگيءَ سان آهي. يعني تاريخ جو علم ڪنهن بہ معاشري جي پنگتي، اقتصادي، هنري، مذهبي، علمي، فوجي ۽ سياسي غرض هر حيثيت بابت اسان کي واقفيت ڏئي ٿو. تنهنڪري ڪن خاص چونديل ماڻهن کي سياسي تربيت ۽ تعليم ڏيڻ کي تاريخ جي علم سيکارڻ جو مکيہ مقصد بنائڻ سنو نہ ٿيندو. بلڪ بهتر ائين ٿيندو تہ اڄ ڪلهہ پنهنجي هر جوان ۽ تندرست شهريءَ کي جمهوري طرز زندگي ۽ ان جي گهرجن

پٽاندر علم سياست سيکاريو وڃي ته هر ڪو ماڻهو امير ۽ غريب توڙي وڏو يا ننڍو موجوده زندگيءَ ۾ دلچسپي وٺي سماجي زندگي کي خوشگوار بنائي ۽ ان جا مزا ۽ لطف حاصل ڪري سگهي. هينئر اسان کي ڏسڻو آهي ته ڇا تاريخ جو علم هن ڪم ۾ اسان جي لاءِ مددگار ۽ ڪارگر ثابت ٿي سگهندو؟

جا ڳالهه اجا به فيصلي طلب آهي، سا اها آهي ته نيٺ علم التاريخ پاڙهڻ ۽ پڙهڻ جو مقصد ڇا ٿيڻ يا هئڻ گهرجي. هن سوال جو جواب اڳيئي علم تاريخ جا ماهر ڏئي چڪا آهن. پر اهي ماهر ۽ مؤرخ جيڪي تدريس جي سائنٽيفڪ يا تحقيقاتي ۽ علم حيات جي ارتقائي فلسفي ۾(Evolutionary view of life) اعتقاد رکندڙ آهن، تن جو قول آهي ته تاريخ جي علم جو مکيه مقصد موجود ۽ حاضر زماني جي زندگي کي روشن ۽ واضح طور سيکارڻ ۽ سمجهائڻ آهي.

تاريخ پڙهڻ مان ٻارن کي پنهنجي ملڪ جي موجوده حالتن، رسمن، رواجن، تهذيب، تمدن مختلف ادارن ۽ مذهب ۽ مشڪل مسئلن جي ڄاڻ ٿئي ٿي، ڇاڪاڻ ته اسان جا ٻار تيستائين پنهنجي زندگيءَ ۾ خوش رهي نٿا سگهن.جيستائين انهن ۽ انهن جي ماحول ۾ ربط ۽ توازن پيدا نه ٿي سگهندو. زمانو حال نيٺ ماضيءَ مان ئي پيدا ٿيو آهي بلڪ ائين به چئي سگهبو ته حال پاڻ به ماضي ئي آهي. اسان جي موجوده زندگيءَ جون حالتون ڏک ۽ سک، ريتون ۽ رسمون، قانون ۽ قاعدا، علم ۽ هنر سڀ ماضيءَ جي حالات ۽ سببن ڪري پيدا ٿيا آهن. هي سبب ۽ نتيجي جو سلسلو تمام جهوني زماني تائين پهچي ٿو.اسين جو ايڪويهين صديءَ ۾ جيئرا آهيون سبب ۽ نتيجي پٽاندر پنهنجي موجوده ماحول جي هر شيءِ بابت حضرت سيدنا محمدﷺ ۽ اسان کان اڳي گذري ويل اعليٰ انساني هستين جا وارث آهيون. حال جي سمجهڻ ۽ موجوده ماحول کان واقفيت پيدا ڪرڻ ضروري آهي ته ماضيءَ کان به جن جي خيالن ۽ پورهئي مان حال نڪتل آهي. اسين انهن جو چڱيءَ طرح فڪر ۽ عمل سان مطالعو ڪريون ان ۾ اسان جوئي فائدو آهي. ڪي ماڻهو ته ماضي جي مطالعي کي ايتري قدر اهميت تا ڏين ۽ چون تا ته تاريخ جي سکيا کي حال کان وٺي ماضي ڏانهن هلڻ گهرجي. يعني استاد کي اول هلندڙ زماني جي تاريخ پاڙهڻ گهرجي. تانجو استاد پٿر جي زماني (Stone Age) تائين پهچي وڃي. پوءِ درجي بدرجي هيءَ ڳالهه به ياد رکڻ ضروري آهي ته تاريخ جو علم هلندڙ زماني جي مطالعي کان جدا نه آهي پر ان سان ئي سڌو واسطو اٿس. وسري ويل گذريل زماني ۽

ماضيءَ جي احوال سان مؤرخ کي هن ڪري واسطو آهي تہ ماضيءَ جي حالتن جو هاڻوڪي ۽ موجوده زندگيءَ ۽ ماحول تي اثر پوي ٿو. ان ڳالهہ کان سواءِ اسان جو ماضيءَ سان ٻيو ڪو گهڻو واسطو نہ آهي. انفرادي ۽ جداگانہ حيثيت ۾ مؤرخ جو ڪنهن بہ ماضيءَ جي واقعي سان ڪو خاص لاڳاپو تي نہ سگهندو. هر ماضيءَ جي حقيقت يا ڳالهہ جو تاريخي حقيقت يا ڳالهہ ٿيڻ لاءِ بہ ضروري آهي تہ اها ڳالهہ اسان جي موجوده ماحول سان واسطو رکي ماضيءَ ۽ حال جي وچ ۾ هڪ ٻئي سان سبب ۽ ان جي نتيجي وارو سلسلو يا واسطو پوءِ بہ برابر قائم رهي ٿو.

مطلب تہ تاريخ جي علم کي ئي اهو شرف مليل آهي تہ هلندڙ زماني کي چٽيءَ طرح کولي سمجهائي ان جو تجربو ڪري اسان جي سامهون رکي ۽ موجوده ماحول جي ريتن، رسمن، ادارن، سياسي، مذهبي، تعليمي، معاشرتي ۽ هر قسم جي ڳالهين جا اسباب معلوم ڪري اسان کي ٻڌائي تہ اسان پنهنجي ماحول ۽ زندگيءَ جي مشڪلاتن ۽ ڏکين مسئلن، قومي ۽ بين الاقوامي سوالن کي چڱي طرح سمجهي انهن کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري سگهون. هيءُ ڪم فقط تاريخ جي علم جي سکيا سان ئي ڪري سگهبو. هن مقصد جي حصول لاءِ ڪوشش ڪندي ڪندي يا ڪوشش پوري ٿيڻ کان پوءِ اهو ممڪن آهي تہ اسان کي مختلف قسمن جا گهڻائي فائدا رسن، پر انهن فائدن سان اسان جو سڌيءَ طرح ڪجهہ بہ واسطو ڪونهي بلڪ اسان جو واسطو هميشہ اول پنهنجي تاريخ پاڙهڻ جي مقصد سان ئي ٿيڻ گهرجي.

## باب ٽيون

# تاريخ جا قسم

تاريخ جو علم سچ پچ هڪڙي ئي قسم جو ٿي سگهي ٿو. علم تاريخ ڌرتيءَ جي گولي تي بني آدم جي ارتقا جي مڪمل آکاڻي کان سواءِ ڪجهه به نه آهي. تاريخ جو علم دنيا جي تاريخ به ٿي سگهي ٿو ۽ پنگتي تاريخ به علم تاريخ ۾ شامل آهي. علم تاريخ جو واسطو انسانذات سان آهي. انسان جتي به، جڏهن به سماجي يا معاشرتي ادارن جو رڪن ٿي رهيو آهي، ان زماني ۾ چئبو ته انسان پنهنجي تاريخ پاڻ ٺاهي آهي. تاريخ جا مختلف دؤر ۽ عهد (Periods or epochs)جن ۾ انسان پنهنجي ارتقاءَ (Evolution) جي مختلف منزلن (Stages) کي پورو ڪيو آهي، سي اسان لاءِ اوتري ئي اهميت رکندڙ آهن، جيترو مختلف جُنگ، صديون، ملڪ يا علائقا يا قومون. تنهن کان سواءِ اسان جو واسطو انسانذات جي زندگيءَ جي ڪنهن خاص يا مکيه پاسي يا پاڱي سان ڪونهي، بلڪ انسان جي معاشرتي زندگيءَ سان بحيثيت مجموعي.

اسان کي هڪ تاريخدان جي حيثيت ۾ بحث ڪرڻو پوندوآهي ۽ انهن سيني ڳالهين کي مدنظر رکڻو پوندو آهي، جي انسان جي موجوده معاشري جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ مدد گار ثابت ٿيون آهن.

علم تاريخ پڙهڻ ۽ پاڙهڻ جي لاءِ جديد مؤرخن ۽ ماهرن جو معيار اهو آهي. پر اسڪولي زندگي جي مختصر مدي ۽ چند ورهين جي اندرئي هن معيار کي پورو ڪري سگهڻ ممڪن ڪونهي. ڇاڪاڻ ته بني آدم جي تاريخ علم جو هڪ سمنڊ آهي، ۽ اسڪولي زندگيءَ جو مدو تمام گهٽ آهي. تنهنڪري ڪجهه نه ڪجهه تدبير ڪرڻي پوندي. يعني دنيا جي تاريخ جا ٽڪر ٽڪر ڪري هڪڙي پاڱي کي قومي تاريخ جي نالي سان پاڙهيون يا قومي تاريخ کي مختلف دؤرن ۾ ورهائي هڪ هڪ دؤر اسڪولي زندگيءَ جي مختلف منزلن يا درجن ۾ تا پاڙهيون. مثلاً دنيا يا پاڪستان يا هندستان يا روم يا يونان جي قديم تاريخ يا قرون وسطيٰ(وچ وارن دؤرن) جي تاريخ هند جي مغلن جي ايامڪاريءَ جو زمانو يا انگريزن جي حڪومت جو دؤر.

هڪڙو ٻيو طريقو بہ ممڪن آهي تہ انساني معاشري جو ڪو خاص هڪ پاسو يا سرشتو وٺي ان جو مطالعو ڪيون. تنهن کان پوءِ ٻيو سرشتو يا ڪاتو هٿ ۾ ڪڻون. مثلاً دنيا جي تاريخ يا ڪنهن خاص قوم يا ملڪ جي تاريخ کي سياسي، ٻنگتي، اقتصادي، آئيني ۽ مذهبي لحاظ کان جدا جدا مطالعو ڪريون ۽ هر شيءِ بابت جدا سبق ٻارن کي پاڙهيون. مڪيہ ڳالهہ هي آهي تہ ڪنهن حالت ۾ اسان کي ڀاڱي يا ڀاڱن کي ڪل کان جدا ۽ آزاد نہ سمجهڻو آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪُل جو اثر جزي تي ۽ جزي جو اثر ڪل تي لازمي ٿيندو آهي ۽ علم تاريخ هڪ ڪُل آهي، جنهن جا مختلف پاسا يا محڪما انفرادي ۽ جداگانہ صورت ۾ مؤرخ توڙي مدرس لاءِ بيڪار ۽ بي معنيٰ آهن. جيڪڏهن اسين ڪنهن بہ هڪڙي تاريخي دؤر يا شهنشاهہ جي حڪومت جي ايامڪاريءَ تي سبق پاڙهينداسين تہ اسان جي لاءِ ضروري ٿيندو تہ ماضيءَ ۽ مستقبل ڏانهن بہ نظر ڦيرائي ڏسون. تہ ماضي ڪيئن حال تي اثر انداز ٿيو آهي ۽ حال جون حالتون مستقبل تي ڪهڙي ريت پنهنجو اثر وجهي سگهن ٿيون. مثلاً سياسي ۽ ملڪي بندوبست جي ڳالهہ ٻڌائيندي اسان کي ملڪ جي اقتصادي ۽ ٻنگتي (Social) خوشحالي يا زبون حاليءَ جو سبب سمجهائڻو پوندو.

سياسي حالت جو اثر ٻنگتي ۽ اقتصادي حالتن تي پوندو آهي، اقتصادي ۽ معاشرتي حالتن جي ڪري ملڪ جي سياسي تنظيم ۽ جوڙ جڪ طاقتور يا ڪمزور ٿي سگهن ٿا. تنهن کان سواءِ هڪ ملڪ يا قوم جي تاريخ پاڙهيندي، ٻئي ملڪ يا ٻين ملڪن ۽ قومن بلڪ دنيا جي تاريخ بابت بہ بحث ڪرڻو پوندو آهي. ڇاڪاڻ تہ هڪ قوم يا ملڪ جي تاريخي تحريڪن، جنگين، سوين، ريتن ۽ رسمن جو ٻين ملڪن ۽ قومن جي حياتيءَ تي اثر پوي ٿو. مطلب تہ دنيا جي هر قوم ۽ ملڪ پنهنجي زندگانيءَ ۾ هڪٻئي کان جدا نہ آهن بلڪ پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن.

مثال طور هندستان ۽ پاڪستان جي تاريخ کي ٿا وٺون. اسڪولي ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ هماليا جبل ۽ هندي سمنڊ جي ڪري پارت ورش هميشہ ڪان ڌارين قومن کان جدا ۽ محفوظ رهيو آهي. پر هيءَ ڳالهہ بلڪل غلط آهي. ڇاڪاڻ تہ ڌاريا ماڻهو ۽ ٻاهريون قومون منڍ کان ئي هماليا جبلن جي لڪن مان ۽ بحر هند تان جهازن ۽ ٻيڙين رستي ڪاهي ايندا هئا ۽ واپار ڪندا هئا. هتان

جا ماڻهو بہ پراچين ڪال کان وٺي ڌارين ملڪن ۽ قومن سان تجارت ۽ واپار ڪندا رهيا آهن. هتان جا رهاڪو انهن جبلن ۽ سمنڊن کي پار ڪري وچ ايشيا، چين، جاواڊيپ، ڪمبوج ۽ هند چين (Indo - china) جي بيٺ علائقن تائين پهچي ويا هئا. پنهنجي شخصي گهٽتاين جي ڪري ۽ لاعلميءَ جي سبب اسڪولي نصاب جا ڪتاب جوڙيندڙ تاريخي ڳالهين کي غلط نموني تي پيش ڪن ٿا. مثلاً، لکيل آهي تہ جڏهن آريہ قوم هندستان ۾ آئي تہ ان وقت دراوڙن جا قبيلا هندستان ۾ آباد هئا. آرين انهن کي هندستان جي ڏاکڻين ڀاڱي ڏانهن تڙي ڪڍيو ۽ پاڻ اُتر هندستان تي قبضو ڪري اتي ئي آباد ٿيا. گهڻن صدين کان پوءِ ستين ۽ يوچي قومون يا قبيلا هندستان ۾ آيا. وري صدين کانپوءِ مسلمان آيا ۽ وري انهن کان پوءِ يورپي قومن جا واپاري آيا.

متي ڏنل حقيقتون برابر آهن. پر ايتري قدر ساديون ۽ معمولي ڪونہ آهن، جيتري قدر بيان پٺاندر ڏسڻ ۾ ٿيون اچن. بلڪ هندستان هميشہ کان مختلف قومن ۽ نسلن جو آماجگاه ۽ ميلاپ جو مرڪز ٿي رهيو آهي ۽ مختلف تهذيبن ۽ تمدن جا ميلا ان ديس ۾ لڳندا رهيا آهن. موئن جي دڙي ۽ هڙاپا جي قديم آثارن جو مشاهدو ثابت ٿو ڪري تہ آريا قومن جي هندستان ۾ اچڻ کان اٽڪل بہ هزار ورهيہ اڳي سنڌ جي ماتريءَ ۾ گهٽ ۾ گهٽ چار مختلف نسل آباد هئا. انهن کان پوءِ ايران جا رهاڪو مسلسل ايندا رهيا، يوناني ماڻهو بہ هندستان ۾ آيا. هندستان جي ويجهڙائيءَ ۾ ورهين تائين رهيا، يوناني ماڻهن هندستان جي رهڻي ڪرڻي تي ڪافي اثر وڌو. چون ٿا تہ گنڌاري فن ۽ هنر جو نمونو انهن جي ئي يادگار آهي . صدين تائين وچ ايشيا جا طاقتور ۽ جنگي قبيلا هندستان ۾ ايندا رهيا. ڏکڻ هندستان جي اُيرندي ۽ اُلهندي وارن سمنڊن جي بندرن مان گهڻائي ماڻهو آيا ۽ گهڻائي ماڻهو ويا.

عرب ديس جا ماڻهو اسلام قبول ڪرڻ کان گهڻو اڳي اُلهندي هندستان جي شهرن سان واپار ڪندا هئا. اُلهندي هندستان جي بندرن رستي ئي شام جي سرزمين جا عيسائي، بني اسرائيل ۽ پارسي هندستان ۾ آيا ۽ دلير ايرانين منجهان هڪڙي محمد گاوان ۽ ملڪ حبش جي ماڻهوءَ: ملڪ انمبر جهڙن ماڻهن هندستان جي تاريخ ۽ سياست ۾ ڪافي اهم ڀرو ورتو. ڏکڻ هندستان ۽ اوڙيسا جا گهڻائي رهاڪو هند- چين ڏانهن ويا ۽ اتي جا علائقا هٿ ڪيائون

۽ صدين تائين اتي حڪومت ڪيائون. ٻُڌمت جي دور ۾ هندستان جا هزارها باشندا چين ڏانهن ويا ۽ هزارها چيني ماڻهو هندستان ۾ آيا. مٿي ڏنل حقيقتن مان صاف ظاهر ٿيو تہ هندستان ۽ پاڪستان جي تاريخ ڪا جداگانہ شيءِ ڪانهي. ڇاڪاڻ تہ اهڙا هندستاني ۽ پاڪستاني باشندا ڪڏهين بہ دنيا جي ٻين ملڪن يا قومن کان جدا ۽ بي تعلق نہ رهي سگهيا آهن.

## عالمي تاريخ ۽ قومي تاريخ:

مٿي ڏنل بحث مان ثابت ٿئي ٿو تہ قومي تاريخ پاڙهڻ جي لاءِ دنيا جي ٻين ملڪن يا قومن جي تاريخ پاڙهڻ بہ گهٽ يا وڌ ۾ تمام لازمي امر آهي. پر سوال هيءُ آهي تہ ڀلا ائين بهتر نہ ٿيندو ڇا، تہ تاريخ عالم کي نصاب ۾ شامل ڪري اسڪولي زندگيءَ جي ڪنهن نہ ڪنهن منزل تي ٻارن کي ان جي سکيا ڏني وڃي. ڪي تاريخدان چوَن ٿا تہ دنيا جي تاريخ جي سکيا بالغن جي لاءِ موزون آهي، ۽ ثانوي اسڪولن جي ٻارن جي لاءِ انهيءَ تاريخ عالم جو سمجهڻ ڏکيو ٿيندو. ٻيا ٿا چون تہ تاريخ عالم کي خاص طور تي نصاب ۾ داخل ڪرڻ اجايو آهي. بلڪ قومي تاريخ جي سکيا ڏيڻ مهل تاريخ عالم سان لاڳاپيا رکندڙ ڳالهيون گڏو گڏ سيکاريون وڃن. هن جي برخلاف پروفيسر التميرا جو رايو آهي تہ دنيا جي تاريخ کي ابتدائي درجن ۾ پڙهائي سگهجي ٿو. فشر جي راءِ موجب ملڪ جي هر ٻار کي غارن ۾ رهندڙ ماڻهن (Cave-men) ۽ دنيا جي ابتدائي تاريخ جون ڳالهيون سکڻ گهرجن. بابل جي رهاڪن، مصرين، يهودين، عربن، يونانين ۽ رومين جو احوال پاڙهڻ کان پوءِ ٻار جڏهن ٻارهن يا ٻارهن ورهين جي ڄمار جا ٿين، تڏهن پاڪستان ۽ هندستان جو احوال پڙهن. مطلب تہ گهڻن مؤرخن ۽ تاريخ جي استادن جو متفق فيصلو آهي تہ ٻارن کي ابتدائيءَ ۾ يعني پنهنجي ملڪي يا قومي تاريخ جي سکيا کان اڳ دنيا جي تاريخ جي سکيا بابت مختصر واقفيت ڏيڻ تمام بهتر ٿيندو. البتہ هي ڪورس بلڪل ابتدائي، "سؤلو" ۽ مختصر هئڻ گهرجي.

## قومي تاريخ ۽ صوبائي تاريخ:

اسان جي ديس ۾ تاريخ جي نصاب جي ترتيب هڪڙو وڏو ڏکيو مسئلو آهي، ڇاڪاڻ تہ اسان جي پاڪستان (۽ هندستان) جا صوبا ايترا تہ وڏا آهن،

جيترا ڪي سچا يوربي ملڪ، ۽ اڪثر ڪري هر علائقي جي تاريخ بہ جدا رهي آهي مثلاً سنڌ، مشرقي بنگال، پنجاب، گجرات، مهاراشٽر، ڪرناٽڪ وغيره.

هاڻي سوال هي پيدا ٿئي ٿو تہ اسين ٻارن ڪي مقامي تاريخ يا صوبائي تاريخ يا قومي ۽ ملڪي تاريخ يا دنيا جي تاريخ پاڙهيون يا انهن جا ٽڪر ٽڪر گڏ وٺي مجموعي طور تي پاڙهيون.

ڇا ٻارن کي ان صوبي جي تاريخ جنهن ۾ هو پيدا ٿيو آهي ۽ رهندو آهي، اصل نہ پاڙهيون. فقط ملڪي تاريخ ئي پاڙهيون. يا قومي تاريخ پاڙهيندي صوبائي تاريخ سان لاڳاپا رکندڙ ۽ مختلف پاڱن جي تاريخ تي روشني وجهون.

اسان کي نصاب ترتيب ڏيڻ مهل اهڙي قسم جي مختلف سوالن تي غور ڪرڻو پوندو.

## مڪاني تاريخ:

مڪاني تاريخ، فقط ان شهر يا ڳوٺ جي تاريخ کي نہ چئبو آهي، جتي ٻار ڄائو آهي يا جتي رهندو آهي بلڪ مڪاني تاريخ ان سڄي علائقي، شهر، ڳوٺ، پاڙي وغيره جي تاريخ آهي، جنهن مان ٻار واقف آهي يا ان کي واقف ڪرائي سگهجي ٿو. سچ پچ اسڪولي زندگيءَ جي ڏگهي مدي لاءِ مڪاني تاريخ مان هڪ جدا گانہ نصاب ناهڻ تمام ڏکيو آهي.مڪاني تاريخ جو آزاد ۽ جداگانہ طبع سان مطالعو ڪرڻ بالغن جي لاءِ موزون ٿيندو. اسڪول جي لاءِ فقط ايترو ئي ڪافي ٿيندو تہ ملڪ جي قومي ۽ سياسي ۽ سماجي حالتن جو اثر ٻارن جي مڪاني تاريخ تي سراسري وقتاً بہ وقتاً تاريخ پاڙهيندي ڏيکاريو وڃي. مڪاني تاريخ پاڙهڻ جي شروعات ڪرڻ جو سنو طريقو هيءُ آهي تہ ٻارن کي انهن جي پسگردائي ۽ ويجهڙائي ۾ جيڪي تاريخي يادگار عمارتون هجن، اهي ڏيکاريون وڃن. جيئن ٺٽل ۽ قتل پراڻا يادگار، ڪوٽ، گاديءَ جا هنڌ، قبا، مسجدون، ديولون وغيره.

پر انهن يادگارن جي ڏيکارڻ لاءِ ضروري شرط هيءُ آهي تہ شاگردن کي اهڙي سير سفر تي ضابطي ۽ تنظيم سان وٺي وڃجي ۽ انهن جي رهبري چڱي طرح سان ڪئي وڃي.

مڪاني تاريخ جي سکيا جي شروعات ڪرائڻ جو بهترين طريقو آهي خاص شهرن يا هنڌن جي نالن جو مطالعو ڪرڻ ۽ انهن جي نالن جي معنيٰ ۽ مطلب سمجهڻ ۽ مشهور شهرن جي تاريخ پاڙهڻ مثلاً: بمبئي، ڪلڪتي، دهلي، مدراس، حيدرآباد، ڪراچي جهڙا شهر ڪيئن وجود ۾ آيا. ۽ پوءِ ڪيئن وڏي هيڏا وڏا سارا شهر ٿي ويا آهن. وري اهڙا شهر به آهن، جو مُنڍ ۾ تمام خاص ۽ مشهور هوندا هئا، پر اڄڪلهه اهي مشهور نه رهيا آهن. بلڪ رڳو قديم ۽ ماضيءَ جي زماني جي يادگار رهجي ويا آهن. جيئن گولڪندو، بيجاپور، گلبرگ، موئن جو دڙو، هڙپا، تولاپور ۽ فتح پور جهڙن شهرن جي تاريخ تمام دلچسپ ثابت ٿيندي. مطلب ته مڪاني تاريخ جو بهترين استعمال اهو آهي، ته ان جو حوالو ڏئي قومي ۽ صوبائي تاريخ تي روشني وڌي وڃي، ۽ تاريخ جي سمجهاڻي کي واضح ڪيو وڃي ۽ تنهن کان سواءِ مڪاني تاريخ ڪڏهن ڪڏهن ضمني نموني تي جدا به پڙهبي ۽ پاڙهبي آهي. مڪاني تاريخ پاڙهڻ جو مکيه متصد اهو آهي، ته تاريخي حقيقتون ٻارن جي دماغ ۾ پڪيءَ ۽ پختيءَ طرح اچي وڃن ۽ انهن جي ذهن ۾ تاريخي ڳالهين جي لاءِ اصليت ۽ حقيقت جو احساس ۽ سچ جو جذبو پيدا ٿي وڃي. جڏهن ٻارن جي ذهن ۾ انهيءَ ڳالهه جو يقين ٿيندو ته جيڪي ڳالهيون اهي استادن کان پڙهن ٿا يا مطالع ڪن ٿا، سي درست ۽ سچيون آهن ۽ سچ پچ سندن بزرگن ۽ ابن ڏاڏن تي به انهن ڳالهين جو اثر پيو هوندو، تڏهن لازمي طور سان ٻار وڌيڪ دلچسپيءَ سان تاريخ پڙهندا، ۽ انهن جي ذهن ۽ فڪر ۾ ويچار ڪرڻ، تنقيد ڪرڻ ۽ نڪته سنجي جو مادو پيدا ٿيندو ۽ اهوئي تاريخ پڙهڻ ۽ پاڙهڻ جو مکيه مقصد آهي.

## سياسي، سماجي ۽ اقتصادي تاريخ:

فري مئن ۽ ان جا پيروڪار چون ٿا ته سياسي ڳالهيون تاريخ جي باقي بين شعبن کان وڌيڪ اهميت رکن ٿيون، ڇاڪاڻ ته سياسي تبديلين، انقلابن ۽ قانون جي ڪري هميشه ملڪ جون اقتصادي ۽ سماجي حالتون ڦرنديون آهن. يعني سماجي ۽ اقتصادي حالتن جو مدار سياسي حالتن تي ٿيندو آهي. فري مئن جي راءِ ۾ تاريخ "ماضيءَ جي سياست" آهي. ڇاڪاڻ ته قومي، سماجي، ۽ اقتصادي حالتن تي سياسي ۽ آئيني سببن ۽ حالتن جو زبردست اثر پوي ٿو.

تنهنڪري اسڪولن ۾ سياسي تاريخ پاڙهڻ گهرجي. سماجي ۽ اقتصادي ڳالهين کي اهميت ڏيڻ جي ڪا خاص ضرورت ڪانهي، ڇوته ملڪ جي سياسي ارتقاءَ ۽ ان جي احوال جو نالو ئي ته تاريخ آهي.

ملڪ جا بادشاهه ۽ راڻيون ۽ انهن جا جاءِ نشين سندن جنگيون صلحناما ۽ قانون اسان کي هڪ سلسليوار ۽ صحيح تاريخ جي ترتيب ميسر ڪري ڏين ٿا. اسان جي معلومات جو زماني وار سلسلو قائم رهي ٿو.

پر ان هوندي به تاريخ کي رڳو سياسي احوال ۽ رڳو ارتقا جو رڪارڊ ئي سمجهي ويهي رهڻ نه کپي.

(1) علم تاريخ معاشري جي زندگي جي هر شعبي سان واسطو رکي ٿو.

(2) جهڙي طرح سياسي اسباب سماجي، معاشرتي ۽ اقتصادي تبديليون پيدا ڪن ٿا، ساڳيءَ طرح اقتصادي تبديليون ۽ اسباب به ڪنهن نه ڪنهن وقت تي سياسي نتيجن جا ڪارڻ ٿي سگهن ٿا.

(3) اسان جو سياسي تاريخ بابت نام نهاد علم اڄڪلهه بادشاهن، راڻين ۽ سپهه سالارن جي نج ۽ شخصي احوال زندگيءَ تائين محدود ٿي ويو آهي. تاريخ جي ڄاڻ جو واسطو فوجي معاملات ڪان وڌيڪ آهي ۽ پڻ صحيح سياسي ڳالهين جي ڄاڻ به گهٽ رهجي ويئي آهي. اڳئين وقت جا ڪي بادشاهه سچ پچ بهادر هوندا هئا، ۽ پنهنجي سپاهين سان گڏ پاڻ به جنگين ۾ وڙهندا هئا. صلح ۽ جنگ ٻنهي نمونن ۾ انهن جي رهبري ڪندا هئا. پر انهن جا وارث ۽ جاءِ نشين مڙيوئي ڪوڙي شان و شوڪت ڏيکارڻ ۾ ئي پورا هوندا هئا. اهي پاڻ بهادر ۽ جنگي جوڌا نه هئا، ۽ نه ڪي جنگيون کٽيائون ۽ نه وري ڪي وڏا ڪارناما ڪيائون. مطلب ته اهي رڳو "پدرم سلطان بود" جي آڌار تي جيئرا هئا.

تاريخ جي سياسي اسڪول کان سواءِ ٻيو مارڪسي اسڪول آهي. مارڪس ۽ ان جا هم خيال تاريخدان چون ٿا ته، تاريخ جو اقتصادي يا مالي پهلو معاشرتي حالتن ۽ سماجي تبديلين جو بنياد آهي. انهن جي خيال موجب اقتصادي گهرجون سيني سماجي ۽ سياسي ڪمن ۽ واقعات جا اسباب آهن. جنگ ۽ صلح ۽ ٻيا سڀ تاريخ جا واقعا اقتصادي فائدي يا نقصان جي سبب ٿيندا رهيا آهن.

معاشري ۾ هر هڪ ڪم يا تحريڪ، علم و هنر جي ترقي، سماج جون

رسمون ۽ ريتون، سياسي دستور ۽ قانون وغيره، هر ڪنهن ڪم جو اصلي سبب اقتصادي ٿيندو آهي. ان لاءِ مؤرخ جو ڪم آهي تہ خاص طور اقتصادي اسباب ۽ انجا نتيجا ڄاڻي ۽ بيان ڪري، ڇو تہ ان خيال موجب اهڙن اسبابن ۽ نتيجن جي رڪارڊ جو نالو ئي تاريخ ٿيو. پر انسان رڳو مانيءَ جي لاءِ جيئرو نٿو رهي. برابر تاريخ ۾ سياسي ڳالهين جي بنسبت اقتصادي معاملات کي وڏيڪ اهميت ڏني وئي آهي. تڏهن بہ انسان ۾ مادي ۽ اقتصادي جذبي کان سواءِ ٻيو جذبو بہ آهي، يعني قرباني ۽ ايثار جو جذبو يا ٻين جي خير ۽ ڀلائيءَ جو احساس. تاريخ ۾ گهڻائي اهڙا مثال ملن ٿا، جن مان ثابت ٿئي ٿو تہ اهڙا ماڻهو بہ ٿي گذريا آهن، جن پنهنجي مذهب يا قوم جي لاءِ پنهنجي پياري حياتيءَ کي قربان ڪري ڇڏيو آهي. اهڙا بہ چڱا مڙس ٿي گذريا آهن، جن دنيا ۾ انصاف ۽ نيڪيءَ جي بقا لاءِ نہ فقط پاڻ کي ۽ پنهنجي ذاتي عيش وآرام کي، بلڪ پنهنجي ٻارن ٻچن، مِٽن مائٽن کي بہ دنيوي لالچ يا فائدن کان سواءِ قربان ڪيو آهي. تنهنڪري انسان کي "اقتصادي جيت" تصور ڪرڻ بلڪل غلط آهي، انسان جي مرضيءَ ۽ خوديءَ جي سامهون اقتصادي توڙي سياسي ۽ سماجي اسباب بيڪار ۽ بي نتيجا ثابت ٿي سگهن ٿا.

سماجي تاريخ بابت اهو سوال وري بہ رهجي ٿو تہ ڇا اسڪولن ۾ سماجي تاريخ جو علم بہ پاڙهيو وڃي يا نہ؟ ڪٽنب ۽ خاندان جي ترقي ۽ سُڌاري جو احوال، ريتن رسمن جي اُڪاڻي، سماجي، تعليمي، مذهبي ۽ اخلاقي ڳالهين جو احوال ٻڌايو وڃي يا نہ؟ ان جو جواب هيءُ آهي تہ سماجي تاريخ جو نصاب (سياسي) تاريخ کان سواءِ ناهي نٿا سگهون، ڇاڪاڻ تہ معاشري ۾ سماجي تبديلين جو احوال ۽ انهن جو اهڙو سچو بيان واضح ڪونهي، جيترو سياسي احوالن ۽ "سماجي" لفظ هڪڙو وڏو جامع لفظ آهي، جنهن جو لاڳاپو هر ان ڳالهہ سان آهي، جا معاشري ۾ ٿيندي رهي ٿي. سماجي احوال جي بيان ۽ سکيا جو مطلب ٿيو تہ سوسائٽيءَ ۾ زراعت، صنعت، تعليم، ڪٽنب ۽ گهرو زندگي، کاڌي، لباس، راند روند ۽ روزگار، ادب، فن تعمير جا رستا، آبپاشي، ريتون ۽ رسمون، قانون ۽ محصول وغيره، سڀ ڪنهن ڳالهہ تي بحث ڪيو وڃي تہ اهي سڀ ڳالهيون سماجي ارتقا ۽ ترقي ۾ شامل آهن.

سياسي ۽ اقتصادي ڳالهيون بہ سماجي ڳالهين ۾ ئي اچي وڃن ٿيون

هاڻي سوال اٿي ٿو تہ نصاب ناهڻ لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون چونڊيون وڃن ۽ ڪهڙين ڳالهين کي درگذر ڪيو وڃي؟ مطلب تہ نصاب ناهڻ مهل سياسي، اقتصادي ۽ سماجي شعبن مان ڪهڙن ڪهڙن شعبن کي اهميت ڏني وڃي؟ هن سوال جو جواب هي آهي تہ:

(1) ملڪ جي تاريخ کي موزون دؤرن يا منزلن ۾ ورهايو وڃي ۽ انهن جو مطالعو ڪيو وڃي.

(2) تاريخ جي ان شعبي کي جنهن دؤر ۾ اهو وڌيڪ اهميت وارو ڏسڻ ۾ اچي، اهو وڌيڪ اهميت سان پڙهيو ۽ پاڙهيو وڃي.

(3) باقي ٻين شعبن کي بہ نظر انداز نہ ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ تہ انهن جو اثر بہ تاريخ تي لازمي طور سان پيو آهي. ۽ پوي ٿو.

(4) سياسي توڙي اقتصادي، توڙي سماجي شعبا بہ وڌيڪ اهميت وارا آهن، هيءَ ڳالهہ بہ ضرور نظر ۾ رکڻي آهي، ۽ انهن جي ڇاڻ سان ئي هر دور جي تاريخ جا ضروري شرط پورا ٿين. يعني:

1- ارتقاءَ جي منزلن جو بيان جنهن مان هر تحريڪ جي تسلسل جي خبر پوندي.

2- زماني ۾ وقت جو صحيح انداز ۽ احساس.

3- اسباب ۽ نتيجن جو سلسلو ۽ لاڳاپو، ڇاڪاڻ تہ تاريخ جا واقعات پاڻهي بي سبب ۽ ڪارڻ ڪان سواءِ ظهور پذير نٿا ٿين.

عام خيال آهي تہ نصاب ناهڻ لاءِ ضروري آهي تہ سياسي تاريخ کي بنياد بنائي ان جي مٿان ۽ چوڌاري سماجي ۽ اقتصادي تاريخ کي رکجي تہ، وقت ۽ زماني موجب اقتصادي ۽ سماجي ڳالهيون ۽ تبديليون ارتقائي صورت ۾ سامهون اچن. مطلب تہ هر صورت ۾ تاريخ جي استاد کي تاريخ جي ان شعبي کي اهميت ۽ خصوصيت سان مطالعو ڪرڻو پوندو. جو ڪنهن خاص تاريخي دؤر ۾ اهميت وارو هو. هن سلسلي ۾ مسٽر گوچ جو رايو اوائلي تاريخ جي پاڙهڻ بابت قابل غور آهي. هن صاحب جو رايو آهي تہ هر قوم جي اوائلي تاريخ پاڙهڻ لاءِ بهتر ٿيندو تہ واقعات، جنگين ۽ خاص ماڻهن جي احوال بدران ان قوم جي ريتن رسمن، ادارن ۽ رواجن جي ڳالهين سان بحث ڪيو وڃي. اوائلي تاريخ پاڙهڻ لاءِ اسان جو نظريو سماجي ۽ جماعتي هجڻ گهرجي، ۽ نہ شخصي يا انفرادي. مثلاً هندستان جي قديم تاريخ جو بيان معاشرتي لحاظ کان ڏيڻو پوندو. پراڻن قبيلن، ديوتائن، قربانين، ذات پات جي

رواجن ، پورهيتن جي ڏنڊي، فن جنگ، هنرن جي ترقي، فلسفي ۽ علم و ادب جي ترقي وغيره جو احوال پاڙهيو پوندو. ذات پات جو بنياد اقتصادي حالات تحت وڌو ويو هو. شودر ذات جا ماڻهو هڪ قسم جا غلام هئا. جي باقي ٽن ذاتن جي ماڻهن جي خدمت ڪندا هئا. شودرن جو ڪم هارپو ڪرڻ هو ۽ قديم زماني ۾ پوک جو ڌنڌو عام طور سان اهڙائي ماڻهو ڪندا هئا . اهوئي سبب آهي جو مصر جا اهرام (Pyramids)، پينٽين، تاج محل، عراق جا واهه ۽ آرين جا مذهبي ڪتاب ويد وجود ۾ اچي ويا . اڻويهين صديءَ جي تاريخ پاڙهڻ لاءِ اسان ڪي سماجي ۽ اقتصادي پنهي لحاظن کان بحث ڪرڻو پوندو. ڇاڪاڻ تہ هن دؤر ۾ هندستان ۽ پاڪستان ۾ انگريزي تعليم يونيورسٽيون، سماجي اصلاح قوانين ۽ جوڙجڪي ۽ آئيني سڌارا عورتن ۾ ترقي جي تحريڪ صنعتي ۽ حرفتي ترقي، ڪارخانن ۽ ميلن جو قيام مزدورن ۽ سرمائيدارن جو مسئلو آمدني ۽ روانگي تي محصول وغيره. اهڙا مسئلا پيدا ٿيا، جن جو تعلق اقتصادي ۽ سماجي زندگيءَ سان وڌيڪ آهي. هن دؤر ۾ مذهبي ۽ معاشرتي سڌارڪن جي ڪمن ڪي اهميت ڏني ويندي ۽ صنعت و حرفت رهنمائي ۽ انهن جي ڪمن ڪي غور سان ۽ تفصيل سان پاڙهيو پوندو، ۽ گورنر جنرلن ۽ وائسرائن جي ڪمن ڪي سراسري طور نظرانداز ڪرڻو پوندو .

قرون وسطيٰ (يعني وچ وارو دؤر) جي تاريخ پاڙهيندي، مغل بادشاهن جي بيان ۾ سياسي ڳالهين ڪي اوتري اهميت ڏني ويندي جيتري معاشري يا اقتصادي ڳالهين ڪي. اڄڪلهہ تاريخدان ۽ تاريخ جا استاد هي طريقو اختيار نٿا ڪن. بلڪ انفرادي بادشاهن، شخصيتن، جنگين وغيره جي بيان ڪي تاريخ سمجهن ٿا ۽ انهن ڪي هن ڳالهہ جو احساس مس ٿيندو آهي، تہ تاريخ جي احوال پڌائڻ ۽ پاڙهڻ جو طريقو ڪنهن بہ هڪ ۾ ڪنيل تاريخ جي خاص دؤر يا زماني جي خاص حالت موجب ٿيندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن دؤر ۾ سياسي ۽ ملڪي تحريڪون زور تي هيون تہ پوءِ تاريخ جو بيان بہ سياسي ڳالهين ڪي ئي اهميت ڏيندو، ۽ جيڪڏهن اقتصادي ۽ سماجي تحريڪون اهميت واريون هيون تہ پوءِ ان دؤر جي تاريخ پاڙهيندي استاد سياسي ڳالهين ڪي سراسري اهميت ڏيندو ۽ اقتصادي ۽ سماجي اسباب ۽ نتيجن تي وڌيڪ ڌيان ڏيندو. مطلب تہ استاد لاءِ نصاب ناهيندي تاريخ جي صحيح مقصد ۽ تاريخ جي مختلف شعبن يا حيثيتن ڪي ڌيان ۾ رکي ڪم ڪرڻو پوندو، نہ تہ هو ڪڏهن بہ منزل مقصود تائين پهچي نہ سگهندو.

## باب چوٿون

# نصاب ناهڻ

### تاريخي مواد چوندڻ:

هيستائين اسين تاريخ جي فلسفي ۽ وصف ۽ تاريخ جي قسمن ۽ مختلف پهلوئن بابت بحث ڪري سگهيا آهيون. هاڻي سوال پيدا ٿئي ٿو تہ اسڪولي نصاب ۾ ٻارن لاءِ ڪهڙيون ڪهڙيون تاريخي ڳالهيون شامل ڪيون وڃن. يعني تاريخ پاڙهڻ لاءِ ڪهڙو تاريخي مواد چونڊيو وڃي، جو ٻارن ۾ تاريخ لاءِ شوق جاڳي ۽ تاريخ پاڙهڻ جو مقصد پورو ٿئي. مطلب تہ اسڪولن ۾ ٻارن کي جدا جدا درجن ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون تاريخي حقيقتون پاڙهيون وڃن. هن مقصد لاءِ اسان کي تاريخ جي وڏي ۽ ڪشادي علم مان چنڊ ڇاڻ ڪرڻي پوندي ۽ نيٺ ڪجهہ اهڙو تاريخي مواد چونڊي اسڪول جي شاگردن جي درجي آهر انهن کي تربيت ڏيڻي پوندي.

هاڻي ان چونڊ جي لاءِ ٻہ طريقا يا بہ نظريا آهن: هڪڙو عقلي يا منطقي ۽ ٻيو نفسياتي.

(1) عقلي يا منطقي طريقو: هن طريقي موجب اسين ٻارن جي سڄي اسڪولي مدت لاءِ اول تاريخي مواد جي جملي انداز جو يقين ڪندا آهيون. ۽ پوءِ ساڳئي مقرر ڪيل ڪورس کي مختلف ڪلاسن يا درجن ۾ ورهائي ڇڏيندا آهيون. مطلب تہ هن طريقي موجب اسين تاريخي معلومات کي وڏيڪ اهميت تا ڏيون ۽ شاگردن جي نفسياتي گهرجن يا جبلتن کي گهٽ اهميت تا ڏيون يا مورڳوئي نظر انداز ڪندا آهيون.

(2) نفسياتي طريقو: هن طريقي موجب اسين اول تاريخ پڙهڻ ۽ پاڙهڻ لاءِ ٻارن جي فطرتي لياقتن ۽ لاڙن تي ويچار ڪندا آهيون ۽ عمر آهر ٻارن جي جبلتي لاڙن ۽ فطرت کي مد نظر رکي پوءِ نفسياتي گهرجن موجب مختلف عمر وارن شاگردن لاءِ، تاريخ مان موزون ۽ مناسب حساب سان نصاب ۾ داخل ڪندا آهيون. مطلب تہ نفسياتي طريقي موجب اسين نصاب کي ٻارن جي عمر جي مختلف منزلن آهر ترتيب تا ڏيون.

هيءَ ڳالهه به حقيقت آهي ته ٻارن جي ذهني ماپ ۽ انهن جي نفسياتي عمر آهر گهرجن بابت تحقيق اڄ تائين اسان جي ملڪ ۾ ڪانه ڪئي ويئي آهي. اسان جي اسڪولن ۾ استادن کي ٻارن جي جبلتي لاڙن ۽ فطري جذبن سان ڪنهن به قسم جو واسطوئي نه رهيو آهي. اسان جي اسڪولن ۾ نصاب گهٽ يا وڌ من پسند ۽ ڪنهن اصول ڪان سواءِ ئي هلندا رهيا آهن. جيڪا شيءِ پرائمري اسڪولن ۽ ثانوي اسڪولن جي نصاب ۾ داخل آهي، سا، سال بسال، ڪلاس به ڪلاس، منزل بمنزل پاڙهي وڃي ٿي. ساڳيو ئي سبق پرائمري اسڪولن جي ٻارن ۽ ثانوي اسڪولن جي ٻارن کي پاڙهيو ٿو وڃي. مطلب ته ساڳيو ئي نصاب ٻه ٻه، ۽ ٽي ٽي، ڀيرا شاگردن کي پڙهڻو پوي ٿو. اهڙي قسم جي ورجاءَ مان ثابت ٿو ٿئي ته اسان کي تاريخ لاءِ صحيح شوق بدران تاريخ ۽ ان جي صحيح طريقي تي پاڙهڻ جي اصل خبر ئي ڪونهي.

اڄ تائين نصاب کي نفسياتي طريقي تي ناهڻ جي ڪوشش هڪ يا ٻه دفعا ڪئي وئي آهي. سڀني کان مکيه ڪوشش مسٽر اسٽينلي هال ڪئي، جنهن جو نالو آهي، تمدني دور پٽاندر پڙهائيءَ جو اصول (Culture epoch theory) اسٽينلي هال صاحب جي مراد فقط تاريخ جي نصاب جي ترتيب کي نفسياتي اصولن تي بيهارڻ نه هو. بلڪ هن جو مقصد هو ته ان کي نفسياتي اصولن موجب تربيت ڏني وڃي ته جيئن ٻارن ۾ تاريخ جي علم لاءِ ڪشش ۽ چاهه پيدا ٿئي. هال صاحب جي نظريي موجب ٻار پنهنجي حياتيءَ ۾ انهن سڀني منزلن مان (هڪڙي منزل کان پوءِ ٻيءَ منزل ڏانهن) سلسلي وار لنگهي ٿو. جن منزلن کي نسل بني آدم پاڻ پنهنجي ارتقاءَ جي دؤر ۾ طئي ڪيو آهي، ۽ انهن منزلن کي طئي ڪندي هر منزل يا درجي تي ٻار نسل انساني جي مڙني تجربن ۽ جبلتن ۽ جذبن جو دؤر ۽ مطالعو ڪندو رهي. مطلب ته ٻار انهن جو بيان پڙهندي انهن دورن جو پورو تاثر پاڻ پنهنجي حياتيءَ تي طاري ٿيندي محسوس ڪري .

شروع ۾ بني آدم شڪاري هو. وڻن جي هيٺيان ۽ غارن ۾ رهندو هو. پوءِ ريدار تي پيو ۽ چوپايو مال ۽ جانورن کي پالڻ شروع ڪيائين. رڍن، ٻڪرين، ڳئن، مينهن وغيره شروع ڪير ڏيندڙ جانورن جي سنڀال جو ڪم ڪيائين ۽ گاهن جي ميدانن ۾ گاهه جي ڳولا ۾ رولن وانگر خانه بدوش زندگي گذاريندو هو. وري پوءِ

ٽينءَ منزل تي پهتو جڏهن پنهنجي جاءِ، رهت سهت هڪ هنڌ تي قائم ڪري هڪ منو تي اتي رهڻ لڳو. ساڳئي وقت هن کي ٻني پوکڻ جي ڄاڻ تي، ۽ پڻ ٻاهه جي ڄاڻ ڪان پوءِ ٻني پوکڻ جي ڄاڻ هن لاءِ تمام گهڻي اهميت واري ۽ انقلاب آڻيندڙ ثابت ٿي. چوٿينءَ منزل ۾ بني آدم تجارت ۽ واپار جو ڪم به هٿ ۾ ڪنيو. ۽ ان ريت موجوده پيچيده ۽ ترقي پذير نظام حيات پيدا ٿيو.

اسٽينلي هال صاحب جو خيال هو ته ٻار پنهنجي وڏن ۽ نسل انسانيءَ جي تجربن ۽ ڏکن سکن جو دور ڪندو آهي. ڇاڪاڻ ته ٻار جي دماغ ۾ قدرتي طرح ڪنهن نه ڪنهن قسم جي حياتياتي مادي جي اهڙيءَ ترتيب جو وجود آهي جنهن ڪري هو پنهنجي ڪنهن حياتيءَ ۾ پنهنجي ابن ۽ ڏاڏن جي پيٽ تي آڻڻ تي آماده هوندو آهي. هال صاحب جو اعتقاد هو ته جيسين ٻار کي ان لاشعوري لياقت جي تربيت نه ڏني ويندي تيستائين ٻار جي سچي ۽ موزون نشونما نه ٿي سگهندي.

مُنڍ ۾ ٻار ۾ هڪ رولو ۽ خانه بندوش هئڻ جا پار موجود ڏسبا آهن. جيڪا به شيءِ ان جي هٿ ۾ اچي ٿي سا هن جي هٿن ۾ اچي ناس ٿئي ٿي. ٻار هر شيءِ کي پڃندو ۽ ڍاهيندو آهي. ان ڪان پوءِ ٻار کي خوفناڪ ۽ وحشي قسم جي آڪاٽين ٻڌڻ جو تمام گهڻو شوق ٿيندو آهي. ڇاڪاڻ ته نفسياتي لحاظ ڪان هو اجا تائين ڇڙواڳ ئي رهندو آهي. ٻالپڻ ۾ ننڍڙا ٻار هٿن پيرن تي رڙهندا آهن، ڇاڪاڻ ته هو پنهنجي ان نسلي، حيواني تجربن جو به دور تا ڪن ان ڪان اڳ ماءُ جي پيٽ ۾ به ٻار مڇي وانگر به وهندو رهي ٿو، ڇاڪاڻ ته منڍ ۾ سيني انساني ٻارن کي مڇين وانگر تجربا ڪرڻا پيا هئا.

اسٽينلي هال جو خيال هو ته جڏهن هر ٻار لاءِ لاشعوري طور تي ضروري آهي ته هو پنهنجي نسل جي اوائلي زندگيءَ جي منزل مان لنگهي ته پوءِ لازمي امر آهي ته هن لاءِ هڪ سنو ۽ معياري نظام تعليم و تربيت سندس ان لاشعوري حياتيءَ جي گهرج کي نظر انداز نه ڪري، بلڪ نظام تعليم ۽ نصاب تعليم جو بنياد ئي ان تي رکيو وڃي.

ڪلچر مطابق تعليمي اصول مقامي تاريخ جي سکيا ۾ ان طرح گهڻو ڪم ڏئي سگهي ٿو. ان لاءِ نسل بني آدم جي اوائلي تاريخ ننڍن ٻارن کي ٻڌائي وڃي، مثالن سان ۽ ناٽڪي انداز سان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ٻنهي کي.

نسل بني آدم جي وڏپڻ جي تاريخ متين ڪلاسن جي شاگردن ۽ بالغن کي پاڙهي وڃي. ان لاءِ تاريخ جي ڪورس کي هينئين ريت ترتيب ڏنو وڃي:

1- قديم ۽ اوائلي تاريخ ابتدائي ڪلاس جي لاءِ.

2- وچين دؤرن جي تاريخ وچين ڪلاسن لاءِ.

3- هاڻوڪي ۽ جديد زماني جي تاريخ اسڪول جي وڏن ڪلاسن ۽ ڪاليج جي شاگردن لاءِ.

سوچ لائق ڳالهه هيءَ آهي تہ "تمدني دؤرن" وارو نظريو سائنس تي نہ بلڪ زياده تر خيال ۽ تصور تي مدار رکي ٿو ۽ هر لحاظ کان قابل عمل ۽ سچو نٿو ٿي سگهي .

هن اصول جي پهرين ڳالهه ئي غلط آهي تہ ٻار شروع ۾ هڪ وحشي جانور هجي ٿو. حقيقت هيءَ آهي، ٻار وحشي جانور نہ بلڪ هڪ انسان آهي، جنهن جي فطرت ۾ قدرت طرفان لاشعوري طور ڪي جبلتون، لاڙا ۽ جذبا موجود هجن ٿا، جن جي تربيت نشونما هن جي سماج يا ماحول پٽاندر ٿيندي آهي. وحشي جانور کي ٻار نہ چئي سگهبو. خونخوار جنهنگلي ماڻهو يا درندو اهو ٿيندو آهي، جو پنهنجي ذاتي يا ورثي ۾ مليل صفتن يا طاقتن کي پنهنجي مخصوص ماحول يا زندگيءَ جي معاشرتي گهرجن جي مطابقت ۾ آڻي نہ سگهيو هجي.

"تمدني دورن" واري اصول جي خلاف ٻيا بہ اعتراض ڪيا وڃن ٿا. جيئن بني آدم جا سڀ نسل تهذيب ۽ تمدن جي الڳ الڳ منزلن تي رسيل هوندا آهن.

جيڪڏهن موجوده دؤر تي نظر وجهي ڏسبو تہ خبر پوندي تہ مختلف قومون ۽ نسل ساڳيءَ تمدني منزل تي بيٺل نہ آهن. ڪي قومون اهڙيون بہ تي سگهن ٿيون جي ارتقا جي درمياني منزلن تي بہ پهتل نہ آهن.

"تمدني دؤرن" جو اصول انسان جي اوائلي تاريخي دؤر تي بيشڪ ٺهڪي بيٺل ٿي سگهي ٿو، پر موجوده تاريخي ۽ سائنسي ارتقاءَ جي دؤر ۾ انساني ٻار جي دماغ ۾ قديم زماني وارو وحشي تاثر هر گز ڏسڻ ۾ ڪو نہ ٿو اچي.

هيءُ اصول پوءِ بہ تاوخ جي سيڪارينڊڙ جي لاءِ ڪافي ڪارائتو ثابت ٿيو آهي. ان جا هينيان فائدا مڪيہ طرح نظر ۾ رکي سگهجن ٿا.

(1) گهٽ ۾ گهٽ صغير سنيءَ يعني ٻالپڻ جي اوائلي سالن ۾ عام سکيا ۽ تربيت جي نصاب ناهڻ ۾ هيءُ اصول ڪافي مفيد ثابت ٿيو آهي .

(2) هن اصول جو اثر تاريخ پاڙهڻ جي ڍنگ ۽ طريقن تي گهڻو ئـي ٿيـو آهي. انساني اوائلي ارتقائي ڳالهين ۽ تجربن سمجهائڻ سان استاد ڪوشش ڪري سگهي ٿو، تـہ ماضيءَ جي ڳالهين کي اصلي ۽ حقيقي رنگ روپ ۾ پيش ڪرڻ لاءِ، وڏين ڳالهين ڪرڻ ٻدارن ٻارن کي ڪارائتين مشغولين ۾ رڌل رکي سگهي.

(3) هن اصول جي ڪري هن حقيقت جو انڪشاف ٿيو آهي تـہ تاريخ جـو مطالعي فقط ذهني يا دماغي ڄاڻ وارو ئـي ڪـم ڪونهـي، بلـڪ تـاريخي حقيقتون زباني طور ٻڌائڻ کان سواءِ هڪ ڪامياب استاد شاگردن جي قـوت خيـال ۽ تصور ۽ جذبن کي بيدار ڪـري سـگهي ٿـو. ۽ ان ڪـم ۾ جهونيـون آکـاڻيون، گيـت ۽ پراڻـي زمـاني جـا افسـانا وغيـره تـاريخ پـاڙهڻ ۾ بلاشـڪ ڪارائتا ثابت ٿي سگهندا. جيتوڻيـڪ انهـن شين کي تـاريخ نـہ چئي سگهبو، بلـڪ اهي سڀ شيون تـاريخ پـاڙهڻ ۽ پڙهـڻ ۾ مددگـار ۽ مفيـد بنجـي سـگهن ٿيون.

(4) هن اصول جي سامهون اچڻ سان اهو بـہ معلوم ٿيـو، تـہ تـاريخ جي مطالعي ڪرڻ کان اڳ بني آدم جي حياتياتي ارتقائي سفر جو مطالعو بـہ تمـام مفيد ثابت ٿيندو.

نفسياتي اصولن موجب هڪڙي ٻئي عـالم ڪـارلائل بـہ ڪـوشش ڪئي آهي، تـہ تاريخ جي نصاب ناهڻ مهل ڪهڙي مڪيہ اصول پٽاندر تـاريخي مـواد گڏ ڪيو وڃي ۽ ڪهڙين ڳالهين کي ان ۾ شامل ڪيو وڃي. ڪـارائل صـاحب جي راءِ موجب تاريخ جي سکيا لاءِ نصاب ناهڻ جو بهترين طريقـو هيءُ آهي تـہ قومي تاريخ ۽ دنيا جي تاريخ مان وڏين مشهور هستين کي چونـدي، انهـن جي سوانح حيات ۽ زندگانين جا قصا نصاب ۾ داخل ڪيا وڃن ۽ تاريخي دؤر جي نسـبت سـان شـاگردن کي اسـڪولن ۾ پاڙهيا وڃـن. ائيـن ڪـرڻ ان لاءِ ضـروري آهي، تـہ پرائمري ۽ هاءِ اسڪولن جي ٻارن لاءِ سندن تيرهن يا چوڏهن ورهين جي ڄمار تائين تاريخي اصولن، تحريڪن ۽ ادارن ۽ ٻين اهڙين سماجي ۽ معاشرتي وڏين تبديلين ۽ انقلابن سڪڻ جـو ذهني لاڙو بـہ انهـن ۾ وڌيـل نـہ هونـدو آهـي. ننڍي هوندي ذاتي شخصي انفرادي ۽ جسمانيات رکندڙ ڳالهيون سولائيءَ سـان انهن جي خام حواسن جـي رستي سمجهہ ۾ ايندڙ شيون ڪيـن وڌيـڪ وڻنديـون

آهن. ڪارلائل جيءَ راءِ موجب انفرادي ۽ شخصي سوانح حيات جا شخصي، احوال ۽ ڳالهيون ٿي ننڍن ٻارن جي نصاب ۾ داخل ڪرڻ مناسب ۽ مفيد ثابت ٿينديون.

تاريخ جا مشاهير ۽ سورما پنهنجي زماني يا دؤر جا نمائندا ٿيندا آهن. وڏيون وڏيون جنگيون ۽ تحريڪون اهي ئي شروع ڪن ٿا. ۽ وڏن وڏن معاشرتي، سماجي ۽ سياسي توڙي مذهبي ادارن ۽ سڌارن جا بانيڪار به اهڙائي ماڻهو هوندا آهن. انهيءَ ڪري اهڙن ماڻهن جي حياتين بابت جيڪڏهن ٻارن کي منڍ ۾ ئي سادي ۽ سُولي نموني سکيا ملي ويندي ته وڏي ٿيڻ کان پوءِ مٿين درجن ۾ وجي اهي ٻار پنهنجي اڳوڻي واقفيت ۽ دماغي واڌاري جي زور جي ڪري جنگين جا اسباب ۽ نتيجا، تحريڪن ۽ سڌارن جا فائدا ۽ نقصان، تمام سولائيءَ سان ۽ دلچسپيءَ سان سمجهي سگهندا. ڪارلائل جي هن طريقي کي وڏن ماڻهن يا شاهي عالم وارو اصول سڏبو آهي. ڇاڪاڻ ته هو چوندو هو ته ”جيڪا ڪجهه ڇاڻ يا خبر دنيا جي تاريخ ۾ ڏنل آهي، ان ۾ وڏن ماڻهن جي ڪارنامن کان سواءِ ٻيو ڪجهه آهي ڇا؟ گذريل زماني جي تاريخ مکيه شخصيتن جي زندگين جي احوال ۽ سندن ئي اُٺاريل جنگين ۽ صلحن جي بيان جو ٻيو نالو ئي ته آهي. اهوئي سبب آهي ته ڪارلائل ڪراميل ۽ فريڊرڪ جهڙن وڏن تاريخي مشاهيرن کي ديوتا ناهي ڇڏيو آهي. ڪارلائل ۽ سندس معتقدن جو پيش ڪيل تاريخ جو هيءُ نظريو فقط شخصي ۽ انفرادي هو. خدا جي وڏي دنيا ۽ عام مخلوق سان ڪارلائل جو نظريو واسطو نٿو رکي. هن تاريخدان کي زندگيءَ جي سماجي، مذهبي، اقتصادي ۽ ٻين پهلوئن سان واسطو نه آهي. سندس سوچ جي مد نظر پنگتي ۽ جمهوري زندگي ۽ ان جي لاءِ اعليٰ ڪم ڪرڻ خاص اهميت نٿو رکي. اهوئي سبب آهي جو ڪارلائل جي نظريي تاريخ جي خلاف هيٺ ڏنل اعتراض ڪيا وڃن ٿا:

(1) ڪارلائل جو تاريخي نظريو جمهوريت جي اصولن ۽ پنگتي مقصدن جي خلاف آهي. سندس نظريو اجتمائي زندگيءَ جي اعليٰ مقصدن جي مخالفت ۽ ترديد ٿو ڪري.

(2) ائين سمجهڻ غلط آهي ته تاريخ جو هر هڪ ماڻهو پنهنجي زماني جو نمائندو ۽ وڏو ماڻهو ٿيندو آهي. ڪنهن به تاريخي شخصيت کي وڏو ماڻهو

چوڻ ٺي هن ڳالهہ جو دليل آهي تہ هو پنهنجي زماني جي باقي عام شهرين کان مٿي هو ۽ عام ماحول جو مٿس گهٽ اثر هو. بين لفظن ۾ ائين چئي سگهون ٿا تہ اهڙا تاريخي مشاهير عام طور سان يا تہ حڪومت يا معاشري کان باغي هئا يا درويش، ولي، پيغمبر، يا شهيد هئا.

(3) جيڪڏهن چند وڏن ماڻهن جي حياتيءَ جي احوال کي تاريخ سمجهيو وڃي تہ پوءِ اسان کي ڏسڻو پوندو تہ ڇا تاريخ جا وڏا ماڻهو، هر لحاظ کان چڱا مڙس ۽ معياري انسان هئا؟ هيءَ ڳالهہ ناممڪن آهي. سوسائٽيءَ جي اجتماعي ۽ گوناگون زندگيءَ ۾ تاريخ جي هرهڪ وڏي ۽ مشهور ماڻهوءَ جو چڱو مڙس هئڻ ضروري نہ آهي. تنهنڪري هر وڏي ماڻهوءَ کي پنهنجي زماني جو هڪ نمونو يا نمائندو سمجهڻ غلط فلسفو آهي.

(4) تنهن کان سواءِ هر زماني ۾ وڏا ماڻهو نٿا ملن. تنهن ڪري تاريخ پاڙهيندي تاريخ جو استاد ۽ تاريخ لکندڙ مورخ تاريخي تسلسل قائم رکي نٿو سگهي.

هاڻي سوال هيءُ پيدا ٿئي ٿو، تہ پيلا نصاب ناهڻ جي لاءِ ڪهڙو نظريو مد نظر رکيو وڃي، يعني مسٽر اسٽينلي هال جو تمدني دؤرن وارو نظريو يا مسٽر ڪارلائل جو مک ماڻهن وارو نظريو (Great Man Theory) سچ پچ ڪارلائل صاحب جي سوانح حيات يا وڏن ماڻهن واري نظريي جو مطلب هيءُ بہ نہ آهي، تہ اسين وڏن ماڻهن جا اندا ڏند پوڄاري ٿي وڃون ۽ انهن جي گهٽتاين ڏانهن اصل نظر نہ ڪريون ۽ عام ماڻهن ۽ پنگتي ڳالهين کي هڪ دم نظر انداز ڪري ڇڏيون. بلڪ ائين بہ ممڪن آهي تہ ڪارلائل صاحب جو سوانح حيات وارو طريقو اختيار ڪريون ۽ هيٺ ڏنل ڳالهين کي مدنظر رکي هن نظريي جي خرابين کان بچون.

(1) تاريخ جي استاد کي گهرجي تہ پهريائين پنهنجي نصاب ناهڻ لاءِ مک ماڻهو، مک واقعا ۽ اهم تحريڪون چونڊي. تنهن کان پوءِ هر هڪ تاريخي تحريڪ کي مرڪز سمجهي، ان تحريڪ جي بانيڪارن يا ان سان لاڳاپا رکندڙ وڏن ماڻهن کي تحريڪ جي چوڌاري بيهاري ڇڏي.

(2) تاريخ جي استاد کي گهرجي تہ نصاب ۾ مختلف قسم جي تاريخي مشاهيرن جي سوانح ۽ ڪارناما شامل ڪري. ڇاڪاڻ تہ هڪ وڏو ماڻهو

پنهنجي زماني جي زندگيءَ جي هر پهلوءَ ۾ اعليٰ ۽ معياري نمائندو نٿو ٿي سگهي. تاريخ جي نصاب ۾ جنگي جوڌن ۽ اصلاحي مردن (heroes of peace) ٻنهي قسمن جا ماڻهو ۽ سندس احوال هجڻ گهرجن. بيشڪ امن پسند، صلح جو ۽ عوام جي ڀلائي چاهيندڙ ماڻهو ڪنهن به صورت ۾ جنگ جي بهادر بادشاهن يا ويرن ۽ سپهه سالارن کان گهٽ اهميت نه ٿا رکن. تاريخ اسلام جي نصاب ۾ حضرت محمد ﷺ جن کان پوءِ حضرت امام حسين رضه جي احوال سان گڏ يزيد ابن معاويه جو احوال به ضروري شامل ڪرڻو پوندو. اسلامي شريعت کي مرڪز بنائي تحريڪ اسلام جي دائري جي اندر هن زماني جي هر هڪ مکيه اسلامي شخصيت کي مرڪز جي چوڌاري بيهاري سندس چڱا ڪم يا بڇڙايون ٻارن کي ٻڌائيبيون تڏهن ئي ٻارن کي خبر پوندي ته حسينيت ۾ سچو اسلام هو يا يزيديت ۾.

(3) تاريخي مواد جي مدنظر جيڪڏهن تاريخ پاڙهڻ لاءِ ڪن خيالي ادرڪارن جي ذريعي تاريخي ڳالهيون ٻڌايون وڃن ته تمام سٺو ٿيندو. مثلاً تاريخ اسلام پاڙهڻ لاءِ حضرت محمد ﷺ جن جي حياتيءَ ۽ خدمات تائين سکيا کي محدود رکڻ چڱو نه ٿيندو بلڪ حضرت صاحب جن جا صحابه ڪرامؓ ڪٽنب جا ڀاتي جن ۾ مسلمان به هئا ۽ غير مسلم به. دوست به هئا ۽ سندن مخالف به. مجاهد به هئا ۽ بزدل ۽ غدار به هر ڪنهن جو احوال نصاب ۾ داخل هئڻ گهرجي. جيڪڏهن هڪڙو نصراني، هڪڙو يهودي ۽ هڪڙو آتش پرست اسلامي ڊرامي ۾ ٻنهن جو پارٽ ادا ڪري ڏيکاري ته تمام سٺو ٿيندو عرب سوداگر، عرب هاري، عرب زميندار ۽ عرب دڪاندار انهن سڀني کي ظهور اسلام جي زماني جي زندگيءَ بابت پارٽ ڏنا وڃن تڏهن ٻار ان زماني جي زندگيءَ بابت پوريءَ طرح واقف ٿي سگهن ٿا ۽ سندن ذهن ۾ سچي تاريخي تصوير پيدا ٿي سگهندي.

تاريخدانن يا تاريخ جي استادن جو واسطو ڪنهن به تاريخي شخصيت جي ذاتي، انفرادي ۽ شخصي پهلوءَ سان نه ٿيندو آهي. تاريخ ۾ مک ماڻهو اهي ٿي سگهن ٿا جي پنهنجي مختصر زندگانيءَ ۾ خدا واسطي خدا جي ٻندن لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ڪري ويندا آهن ۽ سندن حياتيءَ ۾ ۽ مرڻ کان پوءِ سندن ڪمن ۽ تحريڪن جو اثر سندن پوئين تي ٿيندو آهي. تاريخدان ۽ تاريخ جي

استاد جو واسطو بادشاهن، راڻين، وزيرن ۽ سپہ سالارن سان نہ آهي، بلڪ سندن تارازيءَ تي جو ماڻهو ہہ، مرد توڙي زال، بادشاهہ توڙي فقير، اعليٰ توڙي ادنيٰ، مسلمان توڙي ڪافر، يوروپيهندو آهي. تنهن کي تاريخي لحاظ کان وڏو ماڻهو چئي سگهبو.

بيشڪ ننڍن ڪلاسن ۾ مڪاني تاريخ، وچين ڪلاسن ۾ صوبي جي تاريخ ۽ مٿين ڪلاسن ۾ قومي تاريخ پاڙهبي آهي. خاص طور سان ننڍن ڪلاسن ۾ آکاڻيون ٻڌائبيون آهن. پر تاريخي آکاڻيون اهڙيون هئڻ گهرجن، جن جو لاڳاپو ڪنهن نہ ڪنهن تاريخي دور جي زندگيءَ ۽ تحريڪن، جنگين، سڌارن يا انقلاب وغيره سان هجي.

مٿي ڏنل بحث مان ثابت ٿيو تہ خاص حدن جي اندر ۽ شرطن هيٺ ڪارلائل صاحب جو سوانح حيات جو اصول نصاب ناهڻ لاءِ ڪارائتو آهي، خاص طور ابتدائي اسڪولن ۾ ۽ ننڍن درجن جي شاگردن لاءِ، اسان جي ديس ۾ پندرهن ورهين جي عمر لاءِ، اهي اصول نهايت ڪارگر تي سگهن ٿا ۽ تمدني دورن واري اصول وانگر سوانح حيات واري طريقي ۾ بہ ٻارن جي فطري جذبات جيئن تہ ڏک ۽ خوشي، نفرت ۽ محبت، خصوصيت ۽ همدرديءَ پريل واقعن ۽ احوالن کان ڪم وٺي، تاريخ جي سبقن کي دلچسپ ۽ ڪارائتو بنائي سگهجي ٿو.

مطلب تہ تاريخ جي نصاب ناهڻ لاءِ سوانح حيات وارو ۽ تمدني دور وارو ٻئي طريقا ڪارائتا آهن، اهي طريقا تاريخ پاڙهڻ جي تعليمي طريقن ۾ وڏيڪ ڪارگر ثابت ٿيا آهن. هن باب ۾ اسان فقط نصاب ناهڻ جي اصولن تي بحث ڪيو آهي. تنهن ڪري اچو تہ نصاب ناهڻ جي اصول تي هن بحث کي ختم ڪريون. مطلب تہ جهڙو تاريخ پاڙهڻ جو مقصد ٿيندو تهڙوئي نصاب ناهڻ لاءِ تاريخي مواد جي چونڊ جو طريقو ٿيندو. تاريخ پاڙهڻ جو مقصد آهي موجوده سماجي ۽ پنگتي ماحول جي ابتدا ۽ ارتقا جو احوال ٻارن کي ٻڌائڻ تہ اهي ماضيءَ ۽ حال کي پيٽي ڏسن ۽ پنهنجي رهبريءَ لاءِ چڱيون ڳالهيون اختيار ڪن ۽ ٻچڙائين کان ٻچن. ان لاءِ ماضيءَ جي سچي تصوير سندن آڏو پيش ٿئي ۽ ماضيءَ جي تحريڪن جو اثر حال جي زندگانيءَ لاءِ رهنمائي ثابت ٿئي. تاريخ جي سکيا لاءِ نصاب ۾ اهڙي هر ڳالهہ کي شامل ڪرڻ گهرجي مثلاً ڪارڪرت

جا وسيلا ۽ اوزار ۽ انهن جون شڪليون، ۽ انهن بابت ڪافي دلچسپ سبق ٻارن ڪي پاڙهي سگهجن ٿا. ساڳيءَ طرح اڳئين زماني جي ماڻهن جو لباس، ڪاڌو پيتو، روشني ڪرڻ جون شيون، سواريءَ جا قسم، لکڻ جو فن ۽ ان جي ترقي، شهرن جو برپا ٿيڻ ۽ تباهه ٿيڻ وغيره اهڙيون سڀ ڳالهيون نصاب ۾ شامل ٿي سگهن ٿيون.

نصاب ناهڻ لاءِ هيٺين ڳالهين کي مد نظر رکڻ گهرجي:

(1) ننڍين ڪلاسن ۾ هڪڙي خاص مرڪزي ڳالهه جي چوڌاري ٻيون لاڳاپا رکندڙ تاريخي ڳالهيون گڏ ڪري رکڻ گهرجن ۽ تاريخي تسلسل جو بہ خاص خيال رکڻ گهرجي.

(2) تاريخي واقعات اهڙا چونڊ جن جو انسان ذات جي حياتيءَ سان واسطو هجي ۽ انساني ارتقا جي خيال سان موزون هجي.

(3) تاريخي واقعا ائين چونڊجن، جو انهن جي بيان جي سلسلي ۽ ترتيب رکي برقرار رکي سگهجي.

(4) تاريخي مواد ۽ ڳالهين اهڙيون چونڊجن جن جو واسطو اسان جي هاڻوڪي نظام زندگيءَ جي مکيہ مسئلن ۽ تحريڪن سان هجي ۽ جنهن جي سکيا مان ٻار پنهنجي موجوده زندگي سڌارڻ لاءِ ڪي سبق پرائي سگهن. جيڪڏهن ائين نہ ڪيو ويندو ۽ نصاب جو واسطو ٻارن جي عملي زندگيءَ سان ميل ڪائيندڙ نہ ٿيندو تہ پوءِ تاريخ جي سکيا ۾ ٻارن کي دلچسپي نہ ٿيندي.

مٿي ڏنل اصولن موجب ٻارن جي عمر آهر نصاب ناهڻ جا نمونا هيٺ ڏجن ٿا.

## ستن يا اٺن ورهين جي عمر وارن ٻارن لاءِ تاريخ جو نصاب

(1) قديم عرب سان لاڳاپيل، ظهور اسلام سان حضرت محمد ﷺ جن جي ڪٿنب جي پاتين جي تعلق ۽ صحابہ ڪرام بابت اسلامي تعليم جون ابتدائي اخلاقي ڳالهيون، عربن جي سنڌ ۾ شروعاتي آمد واريون آکاڻيون. (تاريخي آکاڻيون ادبي رنگ ۾ ۽ ادب سان گڏ پيش ڪيون وڃن تہ بهتر. ان لاءِ درسي ڪتاب جي ضرورت نہ آهي)

## نون کان ٻارهن ورهين جي عمر وارن شاگردن لاءِ نصاب:

(2) دنيا جي تاريخ مان چونڊيل ساديون ۽ صاف مکيہ آکاڻيون خاص

طور سان انسان جي اوائلي زندگي جو احوال.

(3) صوبي سان لاڳاپيل تاريخي آکاڻيون ۽ ننڍا قصا وغيره.

(4) پاڪستان جي تاريخ جون مکيہ آکاڻيون ۽ انسان دوستيءَ جا ننڍا ننڍا واقعا.

## تيرهن کان وٺي سورهن ورهين جي عمر وارن شاگردن لاءِ نصاب:

(5) پاڪستان ۽ ڀارت جي سلسلہ وار تاريخ جا دلچسپ واقعا ۽ احوال.

(6) اسلامي ملڪن جو تعارفي احوال ٻڌائڻ.

(7) يورپي قومن ۽ ملڪن بابت چڱائي مائل واقفيت ڏيڻ.

(8) علم شهريت جي سکيا جي شروعات ڪرڻ.

تاريخ جي نصاب ۾ ملڪن ۽ قومن جي تاريخ جدا جدا ڪري سمجهڻ ۽ پڙهڻ نہ گهرجي ڇاڪاڻ تہ مقصد صوبائي ۽ قومي ۽ عالمي تاريخ جي ڳالهين تي روشني وجهڻ تيندو آهي. پر ائين نہ جو انساني رفاقت بدارن انساني رقابت کي فروغ ملي، ڇو تہ انسانن ۾، ملڪن ۾، قومن ۾، قبيلن يا جاتين ۾ پنهنجائپ برابري ۽ ڀائپيءَ کي وڌائڻو آهي، نہ ڏاريائپ، نفرت ۽ دشمني کي. خاص طرح مذهبن جي وچ ۾ تفريق ۽ تصادم کي هرگز اڀارڻو يا وڌائڻ تاريخ جي تعليم جو هرگز مقصد نٿو ٿي سگهي البتہ پنهنجي قوم ملڪ ۽ مذهب کي هر گز ننڍڻو ۽ گهٽ ڪرڻو ڪونهي. انهي ڪري نصاب ۾ اهڙيون ڳالهيون چونڊي داخل ڪيون وڃن تہ جڏهن ٻارن جي سامهون نصاب بابت سبق ڏنا وڃن تہ سندن دلين ۾ مسلمانن جي هندستان ۾ اچڻ ۽ هندو مسلم ميل ملاپ جا فائدا، مسلمانن ۽ هندن جي تهذيب ۽ تمدن جا هڪ ٻئي تي سٺا اثر مثلاً علوم ۽ فنون، فلسفي ۽ رياضي ۾ واڌارا، ۽ اهڙن انسانيت جي محبت، عظمت ۽ فضيلت واڌ ويجهہ جي ڄاڻ بابت ٻارن ۾ چاهہ ۽ شوق پيدا ٿئي.

دنيا جي تاريخ جي مختصر آکاڻي پڙهڻ ۽ ٻارن کي ڀاڙهڻ پنهنجي قومي تاريخ جي سمجهڻ لاءِ نهايت ضروري آهي ۽ جيئن اڄوڪيون جيتريون چڱايون، سهوليتون، ايجادون ۽ وسيلا اسان وٽ موجود آهن سي ڪنهن هڪ

قوم جي يا ملڪ جي ماڻهن جي محنت جا نتيجا نه آهن بلڪ دنيا جي مختلف قومن جي ماڻهن جي گڏيل ڏار ڏار سوچ ويچار سان اپايل ايجادن، دريافتن ۽ ڪوششن جا نتيجا آهن. اسان جون پلون، بڙاج، واهه، ريڊيا، ٽريڪٽر، موٽر گاڏيون، ريل گاڏيون، پاڻيءَ جا جهاز ۽ هوائي جهاز ۽ تازو ائٽم بم اهي سڀ ايجادون ۽ دريافتون اسان جي قوم جي سائنس دانن نه ڪيون آهن بلڪ اسان سڀ ٻين قومن جي ماڻهن جا احسان مند آهيون، جو اسان جي زندگيءَ ۾ ايتريون سولايون ۽ سهوليتون مهيا ٿي سگهيون آهن. تنهن ڪان سواءِ پوکن ڪوهڻ ۽ واهڻ رستي آباد ڪرڻ جو طريقو به دنيا جا سڀ ماڻهو سميرينس (Sumerians) کان سکيا آهن. انگي حساب هندن جي ايجاد آهي. جاميٽري مصرين جي ايجاد آهي. الجبرا عربن جي ايجاد آهي. رسم الخط (Script) يعني لکڻ جو رواج فونيشينس (Phoenicians) جو ايجاد ڪيل آهي. ريشم، ڪاغذ ناهڻ ۽ قطب نما (Mariner's Compass) چين جون ايجادون آهن. تعمير جو هنر ۽ سنگتراشي جو فن يوناني ايجاد ڪري ويا. رستا ۽ ناليون رومين ايجاد ڪيون ۽ جيڪڏهن جديد ايجادن ڏانهن ڏسون ته جرمن قوم ڇاپڻ جو هنر اسان کي سيکاريو آهي. انگريزن ٻاڦ جي طاقت (Steam power) ايجاد ڪري ڏيکاري آهي ۽ اطالوي ماڻهن وري بنا تار پيغام رساني ناهي.

مطلب ته اهڙين حقيقتن جي پاڙهڻ جي ڪري اسان جي ٻارن ۾ تنگ نظري، ناجائز تڪبر، ڪوڙي قومي فخر ۽ تعصب جو جذبو فنا ٿيندو ۽ انهن ۾ عالمگير اخوت ۽ برادريءَ جو احساس جاڳندو.

"بني آدم اعضائي يک ديگر اند."

باب پنجون

# نصاب ناهڻ ۾ تاريخي واقعن جي ترتيب

اڳئين باب ۾ نصاب لاءِ موزون ۽ ڪارائتي تاريخ جي مواد چونڊڻ جي اصول بابت بحث ڪيو ويو آهي. هاڻي مکيه مسئلو هيءُ آهي ته نصاب لاءِ چونڊيل واقعن ۽ ڳالهين کي ڪيئن سلسلي وار ۽ پاڻ ۾ ڳنڍي ترتيب ۾ آندو وڃي ته تاريخ جا سبق ڪلاس جي سامهون پيش ڪرڻ جوڳا ٿين.

تاريخي واقعن کي ترتيب ڏيڻ ۽ نصاب لاءِ ناهي رکڻ جا مختلف طريقا آهن. جن مان مکيه هيٺ ڏجن ٿا:

(1) مرڪزي طريقو (Concentric Method)

(2) زماني وارو يا دوَر وار طريقو (Periodic or Chonological Method)

(3) ٿاپڪ وارو يا موضوع وارو طريقو (Topical Method)

(4) حال کان ماضيءَ ڏانهن وڃڻ جو طريقو (Going from the present towards the past)

(5) ماضيءَ کان حال ڏانهن اچڻ جو طريقو (Going from the past towards the present)

(6) لڏڪڻي وارو طريقو (Pendulum Method)

سچ پچ تاريخ جي نصاب جي ترتيب ڏيڻ لاءِ فقط پهريان ٻه طريقا مکيه آهن ۽ انهن ٻنهي تي هميشه بحث مباحثو هلندو رهي ٿو. ٻي ڳالهه ته مضمون وارو ۽ دوَر وارو طريقو هڪ ٻئي جون ٿي به مختلف شڪليون آهن. ٽينءَ ڳالهه ته حال کان ماضيءَ ڏانهن وڃڻ وارو طريقو نئين سبق کي پيش ڪرڻ لاءِ ماضيءَ کان حال ڏانهن اچڻ جي طريقي کان وڌيڪ موزون آهي. سبقن جي شروعاتي ڏاڪڻ کي دلچسپ بنائڻ لاءِ هيءُ طريقو خاص طور سان ڪم اچي ٿو. بهر حال پهريان ٻه طريقا خاص طور تاريخ جي استاد لاءِ اهميت رکن ٿا.

## (1) مرڪوزي طريقو:

هن طريقي موجب تاريخ جي منظور ٿيل سڄي نصاب جي سڪيا هر ڪلاس ۾ سال بسال وڌندڙ وضاحت ۽ تفصيل سان ڏني ويجي ٿي. يعني تاريخ جي سڄي ۽ ساڳئي ڪورس کي هر سال هر درجي جي صورت ۾ دهرايو ويندو آهي. هيٺين ڪلاسن ۾ تاريخ جو استاد ٿوري ۽ مختصر ابتدائي واقفيت ڏئي ۽ تاريخي واقفيت جو دائرو هر سال ۽ هر وڏي ڪلاس ۾ وڌندو ويندو آهي. وچين ڪلاسن جي شاگردن کي هيٺين ڪلاسن جي شاگردن کان وڌيڪ تاريخي معلومات ڏني ويجي ٿي ۽ مٿين ڪلاسن جي شاگردن کي وچين ڪلاسن جي شاگردن کان وڌيڪ ڊيگهه ۽ تفصيل سان ساڳيا تاريخ جا سبق پاڙهيا وڃن ٿا. هر صورت ۾ ڪورس سڄو ۽ ساڳيو ئي ٿو رهي، يعني ته پرائمري توڙي مڊل اسڪولن جي انن ورهين جي عرصي ۾ انن ئي ڪلاسن ۾ تاريخ جو نصاب ساڳيو ٿو رهي، پر هر مٿئين درجي ۾ هيٺين ڪلاس کان وڌيڪ تاريخي ڳالهيون ٻڌايون وڃن ٿيون. هيٺين ڪلاسن جي ٻارن کي مکيه تاريخي واقعن بابت ساديون ۽ سوليون آکاڻيون ٻڌايون وڃن ٿيون ۽ نيٺ مٿئين ڪلاس ۾ اچي سماجي تحريڪن، جنگين جي سببن ۽ نتيجن ۽ ٻين سياسي، ملڪي ۽ اقتصادي ۽ قانوني مسئلن تي تنقيد ۽ تبصرو ڪيو ٿو وڃي.

هيءُ ڳالهه ظاهر آهي ته هن طريقي موجب ساڳيو ۽ سڄو ئي ڪورس هر منزل تي دهرائڻو ٿو پوي. تنهنڪري هن طريقي تي پورو پورو عمل ڪرڻ ممڪن نه آهي، هن طريقي جي خلاف اعتراض هيٺ ڏجن ٿا:

(i) چاڪاڻ ته هڪ يا ٻن سالن جي مختصر عرصي ۾ تاريخ جو سڄو رکيل نصاب ڪرڻو ٿو پوي. تنهن ڪري تاريخ بابت ٻارن جي واقفيت ٿوري يا گهٽي اڻپوري رهجي وڃي ٿي.

(ii) چاڪاڻ تہ ساڳيوئي ڪورس تي چار دفعا دهرائڻو پوندو آهي. تنهن ڪري ٻارن کي نئين سبقن ۾ دلچسپي پيدا ٿي نٿي سگهي.

(iii) چاڪاڻ ته هزار يا ٻن هزار ورهين جي تاريخ ٻن ٽن ورهين جي مختصر عرصي ۾ پاڙهڻي ٿي پوي، تنهنڪري ٻارن ۾ واقعن جي زماني

سلسلي جو ۽ وقت گذارڻ جو احساس پيدا ڪرڻ مشڪل ٿو ٿئي. ڇو جو انهن جي بانيڪارن يا ڪردارن وچ ۾ مفاصلو گهٽو ٿي ٿو وڃي.

متي ڏنل اعتراض برابر آهن، پر اهي اعتراض تڏهن دور ٿي سگهن ٿا جڏهن طريقي ۾ ڪجهه تبديليون ڪيون وڃن، ۽ رڪيل نصاب ۾ سڀني ورهين جي عرصي ۾ فقط ٻه يا ٽي پيرا ڪورس کي دهرايو وڃي. سبقن جو غير دلچسپ ٿيڻ وارو اعتراض برابر نه آهي ڇاڪاڻ ته دلچسپيءَ جي هئڻ يا نه هئڻ جو مدار استاد جي لياقت، اورچائي ۽ چونديل نصاب جي احوال ۽ آڪاڻين تي رڪيل آهي ۽ نه ڪنهن سڪيا جي طريقي تي. ڪورس کي دهرائڻ جو مطلب هي نه آهي ته ساڳيون ڳالهيون ۽ ساڳيا تفصيل هر هر دهرايا وڃن. شروعاتي ڪلاسن ۾ سڄي پاڪستان جي تاريخ جي مکيه تاريخي شخصيتن جي زندگين بابت احوال ٻڌائي پيش ڪري سگهن ٿا. وچين ڪلاسن ۾ خاص شخصيتن کي اهميت ڏيڻ بدران تاريخي واقعن کي وڌيڪ اهميت ڏني ويندي ۽ سڪيا جو طريقو بيان ٿيندو. مٿين ڪلاسن ۾ به واقعا پاڙهيا ويندا پر سڪيا جو طريقو تنقيد ۽ تبصري وارو ٿيندو.

## (2) زماني يا دؤر وار طريقو:

هيءُ طريقو مرڪوزي طريقي جو ضد آهي. هن طريقي موجب تاريخ جي سڄي رڪيل نصاب کي اسڪول جي سڄي عرصي تي ورهايو ٿو وڃي ۽ نصاب کي سال بسال ۽ درجي بدرجي ٿورو ٿورو زماني سلسلي ۽ ترتيب آهر ساڳئي ڳالهه کي دهرائڻ کان سواءِ پڙهايو ٿو وڃي. سڄو ڪورس چند مکيه ڀاڱن ۾ يا حصن ۾ ورهايل ٿيندو آهي. انهن ڀاڱن يا حصن کي تاريخ جا دؤر يا حڪمران گهراڻا سڏبو آهي، ۽ کين جدا جدا زماني سلسلي سان پاڙهيو ٿو وڃي.

پاڪستان ۽ ڀارت جي تاريخ جا مکيه دؤر هن ريت ورهايل آهن:

(1) پراچين، هندستان جي تاريخ وارو دؤر.

(2) راجپوتن ۽ پٺاڻن جي تاريخ وارو دؤر.

(3) مغلن جي ايامڪاريءَ وارو دؤر.

(4) مرهٽن جي ايامڪاريءَ وارو دؤر.

(5) انگريزن جي حڪومت وارو دؤر.

زماني يا دور طريقي جا حامي چون ٿا تہ هي طريقو مسٽر اسٽينلي هال جي "تمدن وار" نفسياتي اصول تي مدار رکي ٿو. جيئن تہ انسانذات جي زندگيءَ ۾ سندس دماغي واڌاري جون مختلف منزلون ٿينديون آهن. ساڳيءَ طرح تاريخ ۾ هر قوم جي تهذيب ۽ تمدن جون منزلون آهن. تاريخ جي اوائلي دؤر جو واسطو ننڍن ٻارن جي معيارمطابق ٿي سگهي ٿو. ۽ تاريخ جي وچئين دؤر جي ارتقا ۽ منزل وچ وارن اسڪولي ڪلاسن جي شاگردن لاءِ موزون آهي. تاريخ جو هاڻوڪو يعني جديد تهمدني دؤر مٿين ڪلاسن جي شاگردن لاءِ مفيد ٿيندو.

هند پاڪستان جي اوائلي تاريخ ۾ ماڻهن جي بهادريءَ ۽ جنگي مار ڌاڙ وغيره جون آکاڻيون آهن. ننڍن ٻارن جي نفسياتي گهرجن لاءِ تمام موزون آهن. هند پاڪستان جي جديد تاريخي دؤر ۾ گهڻو ڪري سياسي طاقت ۽ ملڪي حدن کي وڌائڻ لاءِ ڪشمڪش ۽ قانوني جوڙجڪ بابت مسئلا پيدا ٿيا آهن. تنهنڪري هن دور جون ڳالهيون ۽ احوال وڏن ڪلاسن جي بالغ شاگردن لاءِ موزون آهن. تنهن هوندي بہ زماني تدريسي طريقي خلاف هيٺ ڏنل اعتراض ڪيا ٿا وڃن:

(i) ڇاڪاڻ تہ هن طريقي موجب ڪنهن بہ ڳالهہ کي وري دهرائڻو نٿو پوي. تنهنڪري شاگرد ننڍن ڪلاسن ۾ پڙهيل نصاب کي وڏن ڪلاسن ۾ ويندي وساري ٿا ڇڏين.

(ii) ڇاڪاڻ تہ هيٺين ڪلاسن جي ٻارن کي تاريخ جي شروعاتي دؤر جي سڪيا سؤلي ۽ شين جي آڌار تي ڏني ٿي وڃي تنهنڪري ساڳيائي ٻار ساڳئي شروعاتي دور کي مٿين ڪلاسن ۾ وچي تنفصيل سان ڪڏهن بہ نہ پڙهندا.

هيءَ ڳالهہ برابر آهي تہ زماني وار طريقي موجب تاريخ جي شروعاتي زماني جي تاريخ جي سڪيا اڌوري رهجي ٿي وڃي. مرڪوزي ۽ زماني وار ٻنهي طريقن ۾ گهٽتايون آهن. تنهنڪري سنو طريقو هيءُ ٿيندو تہ ٻنهي طريقن جي سناين کي نظر ۾ رکي تاريخ جي سڪيا ڏني وڃي، ۽ هڪڙو گڏيل نئون

طريقو اختيار ڪيو وڃي. تاريخ جي نصاب ڪي هر هر دهرائڻ چڱو نہ آهي ۽ هن سان گڏ هيٺين ڪلاسن ۾ ڪنهن زماني جي تاريخ کي پاڙهڻ کان پوءِ وري مٿين ڪلاسن ۾ ان کي تفصيل سان نہ دهرائڻ بہ وڏي گهٽتائي ٿيندي.

جيڪڏهن اسڪول جي ستن ورهين جي سموري مدي لاءِ نصاب ناهڻو هجي تہ هيٺئينءَ ريت مرڪوزي ۽ زماني وار طريقن کي گڏجي استعمال ڪري نصاب ٺاهي سگهجي ٿو.

(i) شروعاتي ٻن ٽن سالن تائين ننڍن ڪلاسن ۾ آڪاڻين ٻڌائڻ رستي سولي ۽ شين جي آڏار تي مڪ ماڻهن جي حياتي جو احوال ٻارن کي ٻڌايو وڃي. اهي آڪاڻيون سڄي رڪيل ڪورس مان چونڊيل هجن.

(ii) وري ٻن ٽن سالن تائين ڇهن ڪلاسن ۾ دؤر وار طريقي موجب سکيا ڏني وڃي ۽ سڄي ڪورس کي دهرايو وڃي.

(iii) وري پڇاڙيءَ ۾ مٿين ڪلاسن ۾ هڪ ٻن سالن تائين سڄي ڪورس جي واقعن کي تنقيد ۽ تبصري جي نموني تي دهرايو وڃي، ۽ خاص تاريخي واقعن ۽ سماجي سڌارن جي بانيڪارن ۽ سندن مقصدن کي چٽيءَ طرح ٻارن کي ذهن نشين ڪرايو وڃي. هن رٿا موجب سڄي ڪورس کي ٽي دفعا دهرائڻو پوندو ۽ مرڪوزي توڙي دؤر واري طريقي ٻنهي جا فائدا حاصل ٿي سگهن ٿا.

## 3. موضوع وار طريقو:

جهڙيءَ طرح دور وار طريقي موجب تاريخ جي نصاب کي دؤرن ۾ ورهايو ويندو آهي تهڙيءَ طرح هر هڪ دؤر کي ننڍن ننڍن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. ۽ هر هڪ دورجي اهڙيءَ ننڍيءَ يونٽ کي ٽاپڪ (Topic) يا موضوع چئبو آهي. هر هڪ ٽاپڪ هڪ خاص تاريخي ڳالهہ يا تحريڪ کي چئبو آهي. مثال طور تاريخي جنگيون جيئن تہ پاڻيپٽ جي جنگ، ميسور جي جنگ، 1857ع واري جنگ وغيره سنا موضوع آهن. ساڳيءَ طرح مهاتما گانڌي، محمود غزنوي، شيواجي، سرسيد احمد خان ۽ محمد علي جناح خاص تحريڪن جا بانيڪار ٿيڻ جي ڪري مکيہ تاريخي عنوان آهن. تاريخ جي استاد لاءِ ضروري

آهي تہ سال جي شروعات ۾ پنهنجي نصاب کي موضوعن ۾ ورهائي ڇڏي ۽ اسڪول جي هيڊ ماستر کي انهن موضوعن جي لسٽ ناهي ڏيئي ڇڏي. هڪ موضوع بابت گهڻائي سبق تي سگهن ٿا. مٿين ڪلاسن جي شاگردن کان درسي ڪتابن مان موضوع چونڊرايا وڃن تہ بهتر ٿيندو.

## 4 . حال کان ماضيءَ ڏانهن وڃڻ وارو طريقو:

جيڪڏهن تاريخ پاڙهڻ جو مقصد حال جي زندگيءَ بابت ٻارن کي سيکارڻو آهي تہ پوءِ تاريخ جي سکيا حال کان شروع ٿي ماضي ڏانهن هلڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ موجوده زندگيءَ ۾ جيڪي حالتون، سماجي ادارا ۽ سياسي ۽ اقتصادي مشڪلاتون پيدا ٿيون آهن، انهن سڀني جا اسباب ماضيءَ ۾ ملي سگهن ٿا. درحقيقت هي طريقو زماني وار طريقي جهڙو آهي. فرق ايترو آهي تہ زماني وار طريقي ۾ ماضيءَ کان حال ڏانهن تا اچون ۽ هن طريقي موجب حال کان ماضيءَ ڏانهن تا هلون. هن طريقي جو بنياد هڪ مشهور تعليمي اصول تي رکيل آهي، يعني تہ استاد کي ڄاتل ۽ ڏنل شين کان اڻ ڄاتل ۽ اڻ ڏنل شين ڏانهن وڃڻ گهرجي. پر عملي طور حال کان ماضيءَ ڏي وڃڻ واري طريقي تي عمل نہ ڪيو ٿو وڃي بلڪ هيءُ طريقو فقط سبق جي شروعاتي ڏاڪي جي لاءِ ڪم آندو وڃي ٿو. شروعاتي ڏاڪي کان پوءِاستاد هڪدم پنهنجي مقصد يعني نئين سبق تي اچي ٿو. هيءُ نئون سبق حال جي بابت بہ ٿي سگهي ٿو ۽ ماضيءَ بابت بہ حال ۽ ماضيءَ کي پاڻ ۾ ڳنڍي هڪ ٻئي سا گڏ ڪري پاڙهڻ تاريخ جي سکيا جو مکيہ اصول آهي، تاريخ هڪ سماجي ۽ پنگتي علم آهي ان جي پڙهڻ مان اسان کي خبر پوي ٿي تہ اسان جي موجوده زندگيءَ جون سياسي، سماجي، اقتصادي، ۽ مذهبي سڀ ڳالهيون گذريل زماني جي حالتن جي ڪري پيدا ٿيون آهن. اسان جي لاءِ موجوده زماني جي تاريخ جي اهميت وڌيڪ هجڻ گهرجي ۽ گذريل زماني جي تاريخ جي اهميت ان کان گهٽ.

## 5 . ماضيءَ کان حال ڏانهن اچڻ جو طريقو:

حال جو ماحول ماضيءَ مان پيدا ٿيو آهي، تنهنڪري اسان کي حال ۽ ماضيءَ جي زمانن جي تاريخ ٻنهي کي گڏ پاڙهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ انسانذات

جي زندگي ترقي ۽ ارتقا جي ڏاڪن ۽ منزلن جو رڪارڊ آهي. تنهنڪري تاريخ جي استاد جو فرض آهي تہ ماضيءَ جي ڳالهہ بڌائيندي حال جي زندگيءَ تي بہ ان جو اثر چٽيءَ طرح سمجهائي ۽ هاڻوڪيءَ زندگيءَ جي ڳالهہ ڪندي استاد کي ماضيءَ ڏانهن بہ وڃڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ موجوده ماحول جا سبب ماضيءَ ۾ ملندا آهن. مطلب تہ تاريخ جي استاد کي ڪڏهن اڳيان ڏسڻ گهرجي تہ ڪڏهن پٺ تي نظر ورائڻ گهرجي.

## 6. لڏڪڻي وارو طريقو:

تاريخ جي سکيا ۾ اڳيان ۽ پٺيان نظر وجهڻ يعني ماضيءَ ۽ حال جي پيٺ ڪرڻ واري طريقي جو نالو لڏڪڻي وارو طريقو آهي . لڏڪڻي جو ڪم آهي تہ هميشہ گهڙيال جي اندر هيڏانهن هوڏانهن ڦرندو تو رهي. جيڪڏهن هلڻ بند ٿيندس تہ گهڙيال بيهي رهندو. ساڳيءَ طرح سان تاريخ جي سکيا بہ تڏهن ڪارگر ٿي سگهي ٿي، جڏهن تاريخ جو استاد حال بابت واقفيت ڏيندي حال جو لاڳاپو ماضيءَ سان ۽ حال جي ڳالهين جو اثر مستقبل تي ڏيکاري. تنهن ڪري ئي تعليمي ماهر تاريخ جي استاد جي سکيا جي هن طريقي جي پيٺ گهڙيال جي لڏڪڻي سان ڪن ٿا. تاريخ سيکارڻ جي هن پينڊولم (لڏڪڻو) واري طريقي ۾ حال کان ماضي ڏانهن هلڻ وارو ۽ اڳ جي زماني تان هاڻوڪي زماني تي اچڻ ۽ مستقبل تي نظر وجهڻ وارا ٽيئي طريقا شامل آهن.

پينڊولم طريقي جي ذريعي تاريخ پاڙهڻ جا فائدا هيٺ ڏجن ٿا:

(i) اهو طريقو ڄاتل کان اڻ ڄاتل تي وڃڻ واري اصول تي ٻڌل آهي.

(ii) اڳيون زمانو هاڻوڪي زماني ۾سمايل آهي تنهنڪري هاڻوڪي زماني جو احوال پڙهبو تہ ان ۾ ازخود اڳئين زماني جو احوال بہ اچي ويندو.

(iii) جيڪڏهن تاريخ جو ڪم اڳئين زماني جي احوال کان شروع ڪبو تہ هاڻوڪي زماني جي تاريخ تي ويچارڻ لاءِ پورو وقت ملي ڪين سگهندو.

(iv) قوم جي ترقيءَ جي منزلن جي پيٺ ماضيءَ کان حال ڏانهن اچڻ جي ذريعي بهتر نموني ۾ ڪري سگهجي ٿي .

(v) اڳئين زماني کان هاڻوڪي زماني تي اچڻ فطرتي طريقو آهي. تنهنڪري تاريخ جو احوال پڻ قديم زماني کان شروع ڪرڻ گهرجي.

(vi) جيڪڏهن شاگرد مستقبل تي به نظر ڪري سگهندا ته سندن هوش ۽ تميز جي طاقت وڌندي.

(vii) هاڻوڪي زماني ۾ جيڪي خرابيون آهن انهن کي مٽائڻ ۽ هٽائڻ لاءِ اهي ازخود ڪوشش ڪندا ۽ جيڪڏهن هڪ دفعي ٻارن جي دل ۾ اها آرزو پيدا ٿي وجي، ته ڪين آئينده جا ابا ڏاڏا ڪيئن ٿيندو آهي ته پوءِ انهن خرابين کي دور ڪرڻ لاءِ قدم کڻندا. جنهن ڪري ممڪن آهي ته دنيا جيڪا هن وقت خلل سان ڀريل آهي ۽ جهنم مثل ٿي ويئي آهي سا ڦري بهشت ٿي پوي.

باب ڇهون

# تاريخ سيکارڻ جا طريقا

## (الف) هيٺين ڪلاسن ۾ تاريخ جي سبق سيکارڻ جا طريقا

نصاب لاءِ تاريخي واقعات جي چونڊڻ ۽ انهن کي ٻارن جي نفسياتي گهرجن آهر ترتيب ڏيڻ کان پوءِ سوال پيدا ٿئي ٿو تہ رکيل نصاب کي ڪلاس روم ۾ ڪيئن پيش ڪيو وڃي، يعني تہ نصاب کان پوءِ مکيہ مسئلو تعليمي طريقن ۽ علمي طور سان ٻارن کي تاريخ پاڙهڻ جي ترڪيبن جو آهي. هاڻي تعليمي طريقا انهن شاگردن جي عمر تي مدار ٿا رکن جن کي اسان تاريخ پاڙهيون ٿا. تعليمي طريقن بابت ڪي مکيہ اصول استاد کي ڌيان ۾ رکڻ گهرجن، جي هيٺ ڏجن ٿا:

(1) هيٺين درجن جي شاگردن کي هميشہ حقيقي شين، ماڊلن، چارٽن ۽ نقشن جي ذريعي تاريخي سبق ٻڌائڻ گهرجن. ڇاڪاڻ تہ ننڍا ٻار هر ڪا ڳالهہ دماغ سان نہ بلڪ حواسن رستي سکندا آهن. ڪين پنهنجي پسگردائيءَ جي حقيقي ماحول سان وڌيڪ دلچسپي ٿيندي آهي ۽ تاريخ جي اعليٰ اصولن ۽ پيچيده تحريڪن سان نفسياتي يا فطري طور سان ايترو واسطو نہ هوندو اٿن.

(2) تاريخ جون ڏکيون ۽ ڏکيون ڳالهيون مثلاً سڌارڪ ۽ سماجي تحريڪون ۽ متن بحث مباحثو، تنقيد ۽ تبصرو هيٺين درجن ۾ نہ ڪرڻ گهرجي.

(3) تاريخ جي استاد کي گهرجي تہ هميشہ تاريخي واقعن جي تاريخي اداڪارن يا تاريخي شخصيتن بابت جايون، نديون، ميدان، ڪوٽ، نقشن جي ذريعي يا ماڊلن جي ذريعي ٻارن کي ڏيکاري. استاد کي پاڻ بہ تاريخي سکيا بابت نقشا پڙهڻ گهرجن ۽ سندس شاگردن کي بہ گهرجي تہ هميشہ ائٽلس (نقشن جو ڪتاب) استعمال ڪن.

(4) تاريخ پاڙهيندي استاد کي گهرجي تہ رفتہ رفتہ شاگردن ۾ زماني ۽ وقت جي گذرڻ جو احساس پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهي، ڇاڪاڻ تہ

ننڍن ٻارن کي زمان ۽ مڪان جي حوالي کان سواءِ خيالي دنيا جون ڳالهيون سمجهڻ ڏکيو ٿيندو.

(5) استاد کي گهرجي تہ لڏڪٽي واري طريقي تي عمل ڪري ۽ سبق جي شروعات ۽ نئين سبق ۾ ٻنهي ڏاڪن ۾ ماضيءَ ۽ حال جو پاڻ ۾ لاڳاپو ڏيکاري.

(6) نئين سبق جي ڳالهين بابت پوري پوري واقفيت ڏني وڃي.

(7) نئين سبق جون ڳالهيون يا واقعا هڪ ٻئي سان سلسلي وار ڳنڍيل هجن ۽ هر نتيجي جو سبب ٻڌايو وڃي ۽ سبب جو صحيح نتيجو پيش ڪيو وڃي.

(8) ننڍا ٻار دماغي لحاظ کان ڪمزور ٿيندا آهن. ماضيءَ جون ڳالهيون شاگردن جي تجربن ۽ علم جي محدود هجڻ جي ڪري چڱيءَ طرح سمجهہ ۾ نہ ٿيون اچن. تنهنڪري ماضيءَ بابت ڳالهين سيکارڻ کان اڳ استاد کي گهرجي تہ تصويرون چونڊي رکي، تہ سبق ڏيندي ڪين شاگردن کي ڏيکاري. تاريخي واقعا سولائي سان سمجهائي سگهي.

هيٺين ڪلاسن کي تاريخ پاڙهڻ لاءِ ٻہ شيون ضروري آهن. هڪڙي هيءَ تہ استاد بهترين ڳالهائيندڙ هجي يعني استاد ۾ ايتري لياقت هجي جو ٻارن جي سامهون لفظن ۾ تاريخ جي احوال جي دلچسپ تصوير پيش ڪري سگهي، ۽ ٻي ڳالهہ هيءَ آهي تہ سچو نصاب دلچسپ آکاڻين رستي پڙهائي سگهي. آکاڻيون فقط زباني تقرير رستي نہ پاڙهجن، پر بهتر طريقو هيءُ آهي تہ ٻار پاڻ اداڪار ٿين ۽ اهي واقعا ڊرامن جي صورت ۾ اسٽيج تي ڪري ڏيکارين.

## ڊائلاگ ڪرائڻ بہ سٺو طريقو آهي:

استاد جي لاءِ ضروري آهي تہ تاريخي آکاڻي ٻڌائڻ ۾ پاڻ بہ ان مان لطف وٺي. وڌيڪ بهتر ائين ٿيندو تہ استاد پاڻ ٻارن سان گڏ ٻار ٿي تاريخي آکاڻي جو هڪڙو ڪردار بڻجي بيهي ۽ کلي خوش ٿئي ۽ سندن اعتماد حاصل ڪري. تنهن کان سواءِ تاريخ جي استاد ۾ اڳين زماني جي ماڻهن جي زندگيءَ بابت پوري واقفيت هجي ۽ انهن جو همدرد ٿي بيهي. ائين ئي استاد جي سکيا وڌيڪ اثرائتي ٿي سگهندي. ارمان جي ڳالهہ آهي تہ اڄ ڪلهہ ننڍن ٻارن کي تاريخ پاڙهڻ لاءِ استاد ۾ خاص قابليت جو هجڻ ضروري نٿو سمجهيو وڃي. جيتوڻيڪ هيٺين ڪلاسن لاءِ خاص طور وڌن قابل استادن جي ضرورت ٿيندي

اهي، تہ جيئن شروعات ۾ ئي تاريخ جي علم جو بنياد پڪو ٿي وڃي.

تاريخ جي استاد کي هڪ سٺو ايڪٽر بہ ٿيڻ گهرجي. سندس آواز سريلو هجي، سندس جسم ۽ شڪل وڻندڙ هجي، ڪيس خوش مزاج ۽ ڪل مک هئڻ گهرجي.

## بليڪ بورڊ جو استعمال:

استاد لاءِ ضروري آهي تہ پنهنجي آڪاٽي ڪي موزون پاڳن ۾ ورهائي ۽ جڏهن هڪ پاڳي کي پورو ڪري تہ فوراً سوال جواب رستي واقعي جو مختصر احوال بورڊ تي لکي سگهي ۽ شاگردن کي چوي تہ اهي بہ اختصار پنهنجن نوٽ بڪن تي لکن.

ٻي ڳالهہ جا ضروري آهي سا هيءُ آهي تہ ڪلاس روم ۾ ٻہ بليڪ بورڊ هئڻ گهرجن. هڪڙو اختصار جي لاءِ ۽ ٻيو نقشا يا چارٽ ناهي ڏيکارڻ لاءِ. نقشا ۽ خاڪا ناهڻ لاءِ ضروري آهي تہ استاد ڊرائنگ جي ڪم مان بہ ٿورو گهڻو واقف هجي.

## حقيقي شين، تصويرن ۽ ماڊلن جي اهميت:

ننڍن ٻارن جي قوت ادارڪ ۽ خيال محدود ۽ اڻ پورو ٿيندو آهي. اهي هر شيءِ کي حقيقي شين رستي سولائي سان سمجهي سگهن ٿا. حال جي ماحول ۽ ماضي جي زندگيءَ ۾ گهڻو مفاصلو ٿيڻ جي ڪري ماضيءَ جون تاريخي ڳالهيون ننڍن ٻارن جي مشاهدي ۽ تجربي کان ٻاهر ٿينديون آهن. جيڪڏهن تاريخ جو استاد بهترين مقرر بہ هجي ۽ ڪيس مادري زبان ۾ بہ ڪماليت حاصل هجي، تڏهن بہ ماڊلن تصويرن ۽ حقيقي شين کان سواءِ تصوير اثرائتي ٿي سگهي ٿي. استاد کي گهرجي تہ ٻارن کي وني ويجهڙائيءَ جا قلعا ۽ ڪوٽ ڏيکاري ۽ ماضيءَ جا هتيار ۽ اوزار ۽ ٽانو وغيره يا انهن جون تصويرون ٻارن جي سامهون پيش ڪري. حقيقي شين نہ هجڻ جي صورت ۾ انهن جا ماڊل استعمال ڪري. تصويرن ۾ ماڊل اهڙا هجن جن ۾ تاريخي ماڻهن کي ماٺ ۾ نہ ڏيکاريل هجي بلڪ ڪنهن ڪم ڪندي ڏيکاريو وڃي مثلاً اڪبر جي تصوير جي چوڌاري ان جا نو رتن ٻيٺا هجن تہ بهتر. تصويرون حد کان وڌيڪ نہ ڏيکاريون وڃن. بلڪ بهتر ائين ٿيندو تہ تصويرون ٿوريون هجن ۽ ٻار ڪين اڪين

سان ڏسن ۽ هٿن سان ڇهن ۽ سوال جواب ڪن. تنهن ڪان سواءِ تصوير جي استعمال ڪرڻ ۾ تڪڙ نہ ڪرڻ گهرجي بلڪ ٻار پلي دير تائين تصويرن کي ڏسن ۽ سمجهن تہ بهتر آهي.

ننڍن درجن لاءِ ضروري آهي تہ تاريخ جا سبق تاريخ جي خاص ڪمري ۾ پاڙهيا وڃن.

زماني سلسلي ڪي قائم رکڻ لاءِ ۽ ٻارن ۾ وقت جو احساس پيدا ڪرڻ لاءِ هيٺ ڏنل ڳالهيون ڌيان ۾ رکڻ گهرجن:

(1) آکاڻيون ٻڌائيندي هميشہ زماني ترتيب ۽ سلسلي جو خيال رکڻ ضروري آهي.

(2) آکاڻين جو هڪ ٻئي سان لاڳاپو تيڻ گهرجي.

(3) تاريخ جي ڪمري ۾ هڪ آکاڻي پوري تيڻ کان پوءِ ان جي تصوير ناهڻ گهرجي ۽ ان کي متحرڪ فريز تي چمبڙائڻ گهرجي ۽ شاگردن کي ٻڌائڻ گهرجي تہ پهرين ۽ ٻيءَ آکاڻي جي وچ ۾ ڪيترو وقت گذري چڪو آهي.

(4) جيڪڏهن تاريخ جو خاص ڪمرو نہ آهي تہ ساديون وقت جون ليڪون ۽ گراف تيار ڪري شاگردن ۾ وقت جي گذرڻ جو احساس پيدا ڪرڻ گهرجي.

## ننڍن ٻارن کي ڪلاس ۾ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

مٿي جيترو بہ ٻڌايو ويو آهي سو سڀ ڪجهہ استاد کي ڪرڻو آهي. هاڻي سوال آهي تہ پلا ٻار ڇا ڪن. جديد تعليم جو مکيہ اصول آهي تہ ٻارن کي سکيا جي ڪم ۾ پوري طرح شريڪ تيڻ گهرجي ۽ انهن لاءِ هميشہ مشغولي موجود هئڻ گهرجي. اها مشغولي مهيا ڪرڻ لاءِ استاد جو فرض آهي تہ ٻارن ۾ سوال پڇڻ جي عادت وجهي ۽ نئين سبقن جي آکاڻين جو لاڳاپو ۽ ٻارن جي پنهنجي حياتي سان ڪري ڏيکاري. ۽ ان آکاڻي بابت ڪڏهن استادٻارن کان سوال پڇي تہ ڪڏهن ٻار استاد کان سوال پڇن ڪڏهن استاد جواب ڏئي تہ ڪڏهن ٻار سندس سوالن جا جواب ڏين. سبق ختم تيڻ کان پوءِ شاگرد پنهنجن اکرن ۾ آکاڻي ٻڌائين. استاد ڏسي تہ ٻار پورن جملن ۾ جواب ڏين تا. شاگرد جو ٻيو ڪم آکاڻي کي ڊرامي نموني ڪري

ڏيڪارڻ تي سگهي ٿو. ڊراما ڪرڻ ۾ ٻارن جي جسماني ڳالهائڻ جي ۽ دماغي تربيت ڪي ڊرامي ڪان سواءِ ٻارن جي لاءِ ٻيي مشغوليي پنهنجي هٿن سان جنسي ماڊل وغيره ناهڻ تي سگهي ٿو.

## درسي ڪتاب:

ابتدائي ڪلاسن جي شاگردن جي عمر وڏ ۾ وڏ ڏهه سال ٿيندي آهي. تنهن ڪري درسي ڪتاب جو استعمال ڪرڻ ضروري نہ آهي، پر جيڪڏهن زباني سبق ڪلاس ۾ هلڻ ڪان پوءِ گهر وڃي درسي ڪتاب ۾ ساڳيون آڪاٽيون پڙهن تہ فائدو ٿيندو ۽ جيڪڏهن درسي ڪتاب اسڪول ۾ بہ استعمال ڪيا وڃن تڏهن بہ استاد ڪي پنهنجا ليسن زباني ئي ڏيڻ گهرجن. درسي ڪتاب جي هن منزل تي استعمال ڪرڻ مان ٻہ فائدا آهن. هڪڙو هي فائدو آهي تہ ٻارن جي ذهن ۾ تاريخي تسلسل قائم ٿو رهي ۽ ٻيو فائدو هي آهي تہ زباني پڙهيل سبق جو دور تي ويندو آهي. پر ڪنهن حالت ۾ بہ استاد پاڻ درسي ڪتاب تي نہ ڀاڙيندو.

درسي ڪتاب ڪان سواءِ شاگردن ڪي ٻيا تاريخ جا سولا ڪتاب پڙهڻ گهرجن. استاد ڪي گهرجي تہ مختلف درجن جي شاگردن جي لاءِ ڪلاس لئبررين ۾ دلچسپ ۽ سولا تاريخي ڪتاب مهيا ڪري رکي. شاگردن جي پڙهڻ لاءِ ڪتاب سندن مادري زبان ۾ هئڻ گهرجن ۽ انهن ڪتابن ۾ خاص طور سان سوانح عمريون، تاريخي ناول ۽ تاريخ ۽ جاگرافيءَ جي معلومات ڏيندڙ ڪتاب هئڻ گهرجن تہ شاگردن ڪي نصاب ۾ رکيل تاريخي ماڻهن جي حياتي ۽ زماني جي سماجي، پنگتي، سياسي ۽ اقتصادي حالتن جي خبر پوي.

ننڍن درجن جي شاگردن جي سکيا جي اصولن جو خلاصو .

(1) سکيا جو طريقو آڪاٽين وارو هئڻ گهرجي.
(3) سکيا حقيقي ۽ بيانيءَ نموني ۽ تصويرن جي رستي ڏيڻ گهرجي.
(3) ماضيءَ جي ڳالهين ڪي ماڊلن، تصويرن ۽ دلچسپ بيان جي وسيلي چٽيءَ طرح ٻارن ڪي ذهن نشين ڪرائڻ گهرجي.
(4) زماني تسلسل ۽ وقت جي احساس پيدا ڪرڻ لاءِ موزون تصويري گراف ۽ وقت جون ليڪون استعمال ڪرڻ گهرجن.
(5) ٻارن ۾ خود اعتمادي پيدا ڪرڻ لاءِ ڊراما ۽ دستڪاري جون مشغوليون

مهيا ڪرڻ گهرجن.

(6) ٻارن کي سوالن ۽ حقيقي ڳالهين تي بحث مباحثو ڪرڻ لاءِ همٿائڻ گهرجي ۽ ماضي ۽ حال کي پاڻ ۾ ڀيٽائي تاريخ پڙهڻ جي عادت پيدا ڪرڻ گهرجي.

## (ب) وچين ڪلاسن ۾ تاريخ جي سبق سيکارڻ جا طريقا:

وچولي درجن جي شاگردن کي تاريخ سيکارڻ جا مقصد هيٺ ڏجن ٿا.

1. هند پاڪستان جي تاريخ جي مکيه واقعن جي واقفيت ڏيڻ ۽ اهم شخصيتن جو تعارف ڪرائڻ. پاڪستان، هندستان ۽ اسلامي تاريخ بابت وقت جي ليڪن ۽ تاريخ جي چارٽن وسيلي تاريخي شخصيتن ۽ مکيه تحريڪن جو هڪ ٻئي سان لاڳاپو ڏيکارڻ.

2. ماضي جي واقعات جا سبب ۽ سندن نتيجن جي اهميت سمجهڻ ۽ حال جي تاريخ تي ماضيءَ جي اثر بابت واقفيت ڏيڻ.

سکيا جو طريقو آڪاٽين وارو ئي رهندو پر شخصي ۽ انفرادي ڳالهين جي بدران پنگتي ۽ سماجي ڳالهين کي وڌيڪ اهميت ڏني ويندي. مکيه واقعات کي مرڪز بنائي خاص تاريخي شخصيتن کي هن مرڪز جي چوڌاري بيهاري سندن ڪمن جو بيان ڏنو ويندو.

درسي ڪتاب کي وچولن درجن ۾ خاص طور سان استعمال ڪيو ويندو. شاگرد درسي ڪتابن ۾ ڏنل سبق کي پڙهي اسڪول ۾ گهران تيار ٿي ايندا.

تاريخ جو استاد پاڪستان جي تاريخ ۽ اسلامي تاريخ جي مکيه شخصيتن جي احوال بابت خاص طور سان سبق پاڙهيندو. بليڪ بورڊ تي جنگين جا چارٽ، گهيرن جو ڊائگرام ۽ ڌارين حملي آورن جي رستن جا خاڪا ڪڍي ٻارن کي سمجهائي ڏيندو.

ٻار پنهنجي نوٽبڪن ۾ هڪ پاسي بليڪ بورڊ جو اختصار لکندا ۽ ٻئي پاسي تي ساڳي اختصار کي وڌائي ڪيل سبق تي مضمون گهران لکي ايندا. نقشن ۽ چارٽن جو ڪم وچولي درجن ۾ خاص طور سان وڌيڪ ڪرائڻ گهرجي.

استاد هر روز شاگردن کي هڪ ٻه سوال گهرو ڪم وانگر ڏيندو جنهن جا جواب شاگر درسي ڪتاب کي پڙهي گهران لکي ايندا.

تنهن کان سواءِ ڊبيٽنگ سوسائٽيءَ ۾ وچولي درجن جا ٻار تاريخي مضمونن تي تصويرون تيار ڪري ڳالهيائيندا يا مضمون لکي پڙهي ٻڌائيندا. ناٽڪ ۽ تاريخي

ڊائلاڪ وقت جون ليڪون ناهڻ ۽ گراف تيار ڪرڻ جو ڪم بہ جاري رهندو. مطلب تہ ابتدائي درجن ۽ وچولي درجن جي شاگردن جي سکيا جي طريقن ۾ ڪو خاص فرق نہ آهي. سواءِ ان جي تہ ابتدا ئي درجن ۾ استاد کي وڌيڪ ڪم ڪرڻو پوندو آهي ۽ وچولي درجن ۾ استاد سان گڏ شاگرد بہ اوتروئي ڪم تا ڪن جيترو استاد. خاص طور سان نقشہ سازيءَ ۽ مضمون لکڻ جي سلسلي ۾.

## (ج) مٿين ڪلاسن ۾ تاريخ جي سبق سيکارڻ جا طريقا:

مٿين ڪلاسن جي شاگردن کي تاريخ پاڙهڻ جا مقصد هيٺ ڏجن ٿا.

1. ٻارن کي اسلامي تاريخ بابت پوري واقفيت ڏيڻ.

(2) کين پاڪستان ۽ ڀارت جي تاريخ جي خاص دؤرن جي تفصيل سان سکيا ڏيڻ.

(3) ٻارن کي علم شهريت جون مکيہ ڳالهيون ٻڌائڻ.

(4) کين موجوده پاڪستان جو ملڪي ۽ قومي نظام حڪومت ۽ جوڙجڪي سرشتو سيکارڻ.

وچولي درجن وانگر مٿين ڪلاسن ۾ بہ تاريخي واقعات تي سندن اسباب ۽ نتيجن کي وڌيڪ اهميت ڏني ويندي، زماني سلسلي جو خاص طور سان خيال رکيو ويندو ۽ تعليمي طريقو موضوع وار ٿيندو. بليڪ بورڊ جو اختصار جدا جدا سبقن آهر نہ ٿيندو بلڪ مضمونن موجب ٿيندو. هر موضوع بابت سندس سببن ۽ نتيجن بابت استاد ڪلاس ۾ تنقيدي بحث مباحثو ڪرڻ کان پوءِ شاگردن کان مضمون لکرائيندو. وقت جون ليڪون ۽ گراف جو ڪم ڪرائيندو ۽ شاگردن کي چوندو تہ گهران ڏنل سوالن جا جواب درسي ڪتابن تان پڙهي لکي اچن. ڪلاس ٽائيم ٽيبل کان سواءِ شاگرد گهرو ٽائيم ٽيبل بہ ٺاهيندا ۽ استاد گهرو ڪم تي خاص طور سان ڌيان ڏيندو.

مٿين ڪلاسن جي شاگرن کي خاص طور سان تاريخي ڊراما ۽ ڊائلاگ رستي تاريخ جي سکيا ڏني ويندي. سفر ۽ ايڪسڪرشن کي تاريخ جي نصابي ڪم تي ترجيح ڏني ويندي. شاگرد پاڻ تاريخي سڪا، ماٿهن، اوزارن، هٿيارن ۽ اڳئين زماني جي لباس جي نمونن جون تصويرن وغيره گڏ ڪندا ۽ تاريخ جو آلبم ٺاهيندا. تنهن کان سواءِ نقشا سازيءَ جي لاءِ شاگر هڪ جدا نوٽبڪ رکنداَ. جنهن کي استاد هر هفتي جاچيندو ۽ شاگردن کي ضروري هدايتون ڏيندو.

## باب ستون

# تاريخ جو استاد

تاريخ سيکاريندڙ استاد کان کنهن ناممکن يا دشوار کم کرڻ جي اميد نٿي رکجي. البت ايتري اميد ضرور رکي وڃي ٿي جو هو پنهنجي کم کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ۽ پنهنجي فرض کي سڃاڻي.

تاريخ جي استاد جو پهريون کم هيءُ آهي تہ هو پنهنجي کم کان واقف هجي. جيڪڏهن هن کي تاريخ جي علم جي چڱي واقفيت نہ آهي تہ اهو استاد هرگز تاريخ پاڙهڻ لاءِ موزون ٿي نہ سگهندو. جيڪڏهن تاريخ جو استاد علم تاريخ ۾ گهٽ آهي تہ ان جي هن گهٽتائيءَ کي کنهن بہ صورت ۾ نظر انداز ڪري نٿو سگهجي، هر هڪ تاريخ سيکاريندڙ استاد لاءِ ضروري آهي تہ هو تاريخ جي علم جو چڱو ماهر هجي ۽ سندس تاريخي معلومات بہ وسيع هئڻ گهرجي. گهڻو ڪري ٽريننگ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ تاريخي معلومات کي وڏيڪ اهميت ڏني وڃي. پر تاريخي علم کي گهٽ سمجهيو ويندو آهي يا غير شعوري طور تي نظر انداز ڪيو ٿو وڃي. پر سچ پچ علم کي هڪ وڏي ٻيلي وانگر سمجهڻ گهرجي. نلهي معلومات يا واقفيت ٻيلي جي وڻن جي مثال آهي. تاريخي معلومات جي اندر تاريخ جو علم سمايل نہ آهي بلڪل ائين جئين وڻ يا وڻن جي اندر ٻيلو سمايل نہ آهي. ٻئي پاسي تاريخ جي علم جي اندر هر قسم جي تاريخي معلومات شامل آهي جئين ٻيلي ۾ وڻ شامل آهن. ائين ٿي سگهي ٿو تہ ماڻهو ٻيلي جا اڪثر وڻ ڏسي اچي، تنهن هوندي بہ هو ٻيلي جي هوبهو تصوير ٻين ماڻهن جي سامهون چڱيءَ طرح پيش ڪري نہ سگهندو هجي. علم جي معنيٰ آهي پهريائين شين جو مشاهدو ڪرڻ پوءِ انهن کي پاڻ ۾ ڀيٽائڻ تنهن کان پوءِ انهن مان صحيح نتيجا ڪڍڻ. مطلب تہ تاريخ جو استاد فقط تاريخي معلومات کي ئي پنهنجو مقصد نہ سمجهي بلڪ هن جو فرض آهي تہ هر تاريخي ڳالهہ، شخصيت ۽ واقعي کي عقل جي تارازيءَ ۾ توري پو ان ڳالهہ جي قدر قيمت، اهميت يا عيب ثواب جو صحيح اندازو

ڪري. تاريخ جي استاد جو فقط ايترو ئي فرض نہ آهي تہ هو تاريخ جي ڳالهين کان باخبر هجي بلڪ ان کان سواءِ سندس اهم فرض آهي تہ هو تاريخي حالتن ۽ واقعن جي سببن، دؤرن ۽ ريت روايت کان بہ واقف هجي. تاريخ جي استاد لاءِ ضروري آهي تہ هو تاريخ جي وڏين وڏين تحريڪن. وڏن وڏن واقعن ۽ انهن جي معنيٰ ۽ نتيجن کان چڱيءَ طرح واقف هجي. هن لاءِ هي ضروري نہ آهي تہ تاريخ جون ڳالهيون ۽ واقعا ۽ تحريڪن جو احوال طوطي وانگر ياد ڪري ڇڏي، بلڪ هن لاءِ ايترو ئي ڪافي آهي تہ تاريخ جي ڪنهن بہ هڪ دؤر جو مطالعو خاص طور سان ڪري ڇڏي ۽ انهيءَ ريت تاريخ پاڙهڻ جي ۽ تاريخي ڪتابن ۽ ماخذن جي مطالعي ڪرڻ جي عادت پاڻ ۾ پيدا ڪرڻ سان، منجهس علم تاريخ جي سائنسي طريقي تي مطالعي ڪرڻ جي عادت پختي ٿي ويندي تہ هو ٻين تاريخي دؤرن جو مطالعو بہ ساڳيءَ ريت سولائيءَ سان ڪري سگهندو. جڏهن هو پاڻ ائين ترينڊ ٿي ويندو تڏهن هو ٻارن جي دماغ جي تربيت چڱيءَ طرح ڪري سگهندو. يعني انهن کي تاريخي واقعن جا سبب ۽ انهن جا نتيجا ۽ اثر پوري اعتماد ۽ ڪاميابيءَ سان ٻڌائي سگهندو.

استاد جي علميت ۽ تاريخ سان سندس واقفيت کان پوءِ آهي استاد جي پنهنجي تاريخي نظريي جي ڳالهہ. جيڪڏهن تاريخ هڪ سائنس آهي تہ پوءِ تاريخ سيکاريندڙ استاد جو نظريو سائنسدان جهڙو ٿيڻ گهرجي. تاريخ جي استاد ۾ نہ مڪاني، نہ صوبائي، نہ قومي، نہ مذهبي غرض تہ هن ۾ ڪنهن بہ قسم جو تعصب، يا جانبداريءَ جو جذبو نہ هئڻ گهرجي. استاد جو فرض آهي تہ تاريخي ڳالهين کي پڙهڻ کان پوءِ ڪين توري ۽ جاچي ڏسي تہ اهي ممڪن ٿي سگهن ٿيون يا نہ. جيڪڏهن اهي ڳالهيون يا حقيقتون صحيح هجن تہ بلاشڪ استاد منجهائن نتيجا ڪڍي. پر جيڪڏهن استاد کي ڪنهن ڳالهہ جو يقين ئي نہ هجي تہ پوءِ اهڙي ڳالهہ ٻارن کي نہ ٻڌائي. استاد کي تنگ نظر ۽ تعصب وارو نہ هجڻ گهرجي، ڪيس هميشہ هر تاريخ جي ڳالهہ جا ٻئي پاسا شاگردن جي سامهون چٽيءَ طرح پيش ڪرڻ گهرجن. استاد کي دنيا جي سڀني ماڻهن جا فقط ٻہ قسم ئي سمجهڻ نہ گهرجن. بني آدم نيڪيءَ ۽ بديءَ جي آميزش سان پيدا ڪيو ويو آهي ۽ ڪو بہ ماڻهو سؤ سيڪڙو نيڪ يا سؤ سيڪڙو بد نہ ٿيندو آهي. ساڳيءَ طرح تاريخ جي هر شخصيت ۾ نيڪيءَ ۽ بديءَ ٻنهي جا جزا

ٿيندا آهن. تاريخ پاڙهيندي استاد کي گهرجي تہ تاريخي شخصيت جي چال ۽ اخلاقي ۽ شخصي خوبين تي زور ڏيڻ بدران هن جي ڪمن ڪارين ۽ خدمتن کي خاص طور سان اهميت ڏيئي پاڙهيو وڃي. تاريخ جي شخصيتن جي شخصي زندگيءَ ۽ چال چلت سان تاريخ جي استاد جو واسطو نہ آهي. پر انهن صفتن جو اثر انهن جي تاريخي ڪهن يعني جنگين سماجي يا ملڪي سڌارن تي ٿيو آهي، تڏهن سندس اهي اخلاقي خوبيون يا خرابيون بيان جي قابل سمجهيون وينديون. تاريخ جو استاد شاگردن کي چتونءَ وانگر تاريخي ڳالهيون ياد ڪرائڻ جي ڪوشش نہ ڪندو آهي. بلڪ هميشہ تاريخ جي تحريڪن ۽ واقعن جي سببن مقصدن ۽ نتيجن تي بحث مباحثو ڪري ضروري دليلن سان ثابت ڪري ٻارن جي دماغي تربيت ڪندو آهي. يعني انهن تي سوچ ويچار ڪرڻ کان پوءِ منجهن ڪنهن فيصلي تي پهچڻ جي عادت وجهندو آهي.

تاريخ جي استاد جو ٻيو اهم فرض هي آهي تہ هو دنيا جي تاريخ ۽ دنيا جي اهم قومن جي تهذيب ۽ تمدن سان ڪنهن قدر واقف هجي. ارمان جي ڳالهہ آهي تہ اسان جي ابتدائي توڙي ثانوي اسڪولن ۾ تاريخ جي علم کي نصاب ۾ شامل ئي نہ ڪيو ويو آهي. هيءَ هڪ وڏي ڀل آهي، ڇاڪاڻ تہ پاڪستان يا هندستان جي تاريخ پاڙهيندي استاد لاءِ دنيا جي تاريخ بابت عام واقفيت تمام ضروري آهي. جيڪڏهن تاريخ جو استاد جهونين تهذيبن جهڙوڪ سميرين ايلم مصر فلسطين يونان ۽ روم ۽ عرب وغيره جو تورو گهڻو ابياس ڪيو آهي، تہ پوءِ هو پاڪستان ۽ هندستان جي قديم تاريخ ٻارن کي چڱيءَ طرح ۽ اثرائتي نموني پڙهائي سگهندو. اسان جا اڪثر تاريخ لکندڙ تاريخ جا ڪتاب ائين تا لکن ڄڻ تہ هندستان ۾ تهذيب ۽ تمدن، رهڻي ڪرڻي، رسمون ريتون، علم ۽ هنر، صنعت و حرفت سڄيءَ دنيا کان الڳ ۽ هڪ آزاد ۽ جدا گانہ ماحول ۾ پيدا ٿيون يا ٿيا. ڄڻ تہ انهن جي واڌاري جو دنيا جي ٻين تهذيبن سان ڪو بہ واسطو نہ هو، ڇاڪاڻ تہ هندستان وڏن جبلن ۽ سمنڊن جي ڪري ٻيءَ سڄيءَ دنيا کان الڳ هو. پر حقيقت هر گز ائين نہ آهي. سچ پچ تہ اهو تاريخ جو وڏي ۾ وڏو ڪوڙ آهي. تاريخ جي استاد کي گهرجي تہ دنيا جي تاريخ جي صحيح مطالعي کان سواءِ هندستان ۽ پاڪستان تہ ڇا پر ڪنهن بہ قوم يا ملڪ جي تاريخ ٻارن کي ائين نہ پاڙهي، نہ تہ اهڙا ڪوڙا بيان وڌندا

رهندا ۽ تاريخ مان ٻار رهنمائي حاصل ڪرڻ جي بدران سخت جاهل گمراھ ٿي رهندا. ڇاڪاڻ تہ عالمي تاريخ اسان کي سيکاري ٿي تہ اڄ تائين روءِ زمين تي ڪابہ قوم يا قبيلو اڪيلو ٿي، ٻين قومن يا قبيلن کان جدا ٿي، جيئرو نہ رهيو آهي ۽ نہ رهي سگهي ٿو. بني آدم هڪڙو وڏو ڪٽنب آهي هن ڪٽنب جا ڀاتي سڄي دنيا ۾ پکڙيل هئا ۽ آهن ۽ هن ڪٽنب جي هر شاخ جو لاڳاپو ٻيءَ شاخ سان هميشہ رهيو آهي. هڪ قوم جي تهذيب جو اثر ٻيءَ قوم تي پيو آهي ۽ جيڪڏهن هڪ قوم ڪڏهن ٻيءَ جي خلاف جنگ ڪئي آهي، تہ ڪڏهن ان جي مدد بہ ڪئي آهي ۽ جڏهن بہ ٻہ ڌريون پاڻ ۾ وڙهيون آهن، تہ پاڻ ۾ دوستيءَ جا عهدناما بہ ڪيا اٿن. قومن جي اهڙي قسم جي دوستيءَ يا دشمنيءَ جو اثر انهن جي پاڙيسري قوم تي يا ٻين قومن تي بہ پڪ پيو آهي. سڪندر يوناني هندستان ۾ آيو ۽ هندستان جي تهذيب تي يونان جي تهذيب جو اثر ٿيو. عرب سنڌ ۾ آيا تہ سڄي هندستان تي عربن جي تهذيب جو اثر پيو، بلڪ دين اسلام ۽ پڻ عربي ۽ ايراني تهذيب جو ان تي ايڏو گهرو اثر پيو، جو نيٺ ويهين صديءَ تائين اچي مسلمانن جي آدم شماري نو ڏھ ڪروڙ وڃي ويئي، ۽ انگريز مجبور ٿيا ۽ پاڪستان جي گهر منظور ڪري پنهنجي جند ڇڏايائون. يورپ مان انگريز، ڊچ، فرينچ هندستان ۾ آيا ۽ انهن جي تهذيبن جو اثر جيترو بہ ٿيو آهي، انهيءَ جي هر ڪنهن کي خبر آهي. يورپي ۽ انگريزي تهذيب جو اثر دنيا جي اڪثر قومن جي ماڻهن جي شڪل، لباس ۽ رهڻي ڪرڻي مان ظاهر ٿي آهي.مطلب تہ تاريخ جي استاد لاءِ دنيا جي تاريخ جو چڱو مطالعو ڪرڻ ضروري آهي، ڇو تہ پوءِ ئي هو ٻارن کي تاريخ جون سڄيون ڳالهيون ٻڌائي سگهندو.

تنهنءَ ڳالھ جا تاريخ جي استاد ۾ هئڻ ضروري آهي سا هيءَ آهي، تہ هو علم حياتيات ۽ نسل بني آدم جي تاريخ ارتقا کان بہ واقف هجي. هن کي خبر هئڻ گهرجي تہ بني آدم ذرتي تي ڪڏهن کان تو رهي ۽ انسان ذات اڄ تائين ڪهڙين ڪهڙين واذارن جي منزلن مان لنگهي آئي آهي. استاد کي نسل بني آدم جي مختلف قسمن بابت ۽ سندن رنگن بابت ۽ دنيا جي مختلف ڀاڱن ۾ انهن جي آدم شماري ۽ ٻين نسلن سان سندن تعلقات بابت بہ واقف هجڻ گهرجي.

تاريخ جي استاد بابت مٿئين بيان ۾ هن جي علمي لياقت تي بحث ڪيو ويو آهي، ۽ سندس علمي قابليت کي تاريخ جي سکيا سيکارڻ لازمي ثابت ڪيو ويو آهي. ان لاءِ ناقابل انڪار دليل هيءُ ٿي آهي ته اڄ ڪلهه جي ناڪام سکيا جو مکيه سبب استاد ۾ پنهنجي ڪم جي پوري واقفيت جو نه هئڻ ٿي آهي. ۽ اڄ جي ناڪام تعليم جو ٻيو سبب استاد جي دل ۾ نه پڙهائڻ جو شوق آهي ۽ نه هن جو ٻارن سان ٿي ڪو پيار ڪا عزت ۽ همدردي آهي. تنهنڪري تعليمي عملڪاريءَ تي زور ڏيڻ ۽ استاد جي علميت کي نظر انداز ڪرڻ درست ڳالهه نه آهي. استاد ۾ پنهنجي ڪم بابت چڱي واقفيت ۽ علم ۽ شوق ۽ ٻارن سان همدرديءَ جو جذبو موجود هوندو ته پوءِ اهڙي استاد جي سيکارڻ جو عمل ناڪام ۽ طريقو بيڪار ڪڏهن به نه ٿيندو آهي.

تاريخ جو واسطو خاص طور سان سببن ۽ نتيجن سان ڳنڍيل آهي ان ڪري تاريخ ۾ پهرين اهو سمجهڻ لازم آهي ته اڪبر تي سندس ماضيءَ جو ڪهڙو اثر پيو ۽ خود پاڻ مستقبل تي ڪهڙو اثر وڌائين. هيءَ هڪ تاريخي اهميت رکندڙ ڳالهه آهي. اڪبر هڪ تاريخي شخصيت آهي، جيڪڏهن ماڻهن جي شخصي خوبين ۽ ذاتي صفتن ۽ اخلاق کي تاريخ جي حوالي سان يا تاريخ جي لحاظ کان سمجهڻ بيڪار آهي ته پوءِ ڪنهن به ماڻهو يا ڪن به ماڻهن يا قومن جي حياتيءَ بابت سندن انفرادي يا گڏيل ڳالهين يا آکاڻين کي سمجهڻ جي به ڪا اهميت ڪانهي.

هاڻي مکيه مسئلو آهي ته تاريخ سيکارڻ لاءِ ڪهڙين ڪهڙين تاريخي شخصيتن کي چونڊيو وڃي ۽ انهن شخصيتن بابت ڪهڙيون ڪهڙيون ڳالهيون ٻارن کي پاڙهيون وڃن. انهي ڳالهه بابت تاريخ پاڙهيندڙ استاد کي هي اصول ياد رکڻ گهرجي ته تاريخ جي لحاظ کان ڪو به ماڻهو يا واقعو تيستائين اهميت نه ٿو رکي جيستائين ان ماڻهوءَ يا واقعي جو اثر ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ ڪنهن تاريخي، تحريڪ يا واقعي تي نه پيو هجي، ماضيءَ ۾ گهڻائي بادشاهه، راڻيون، درويش ۽ ٻيا وڏا ماڻهو ٿي گذريا آهن، پر جيڪڏهن منجهانئن هڪ به اهڙو ٿيو آهي جنهن جي ڪم يا ڪمن جو اثر ڪنهن تاريخي تحريڪ (يعني سماجي سڌاري، مذهبي يا سياسي انقلاب، عوام جي بهبوديءَ، جنگ يا صُلح، علمي يا سائنسي ڳولا ۽ ترقي وغيره) تي ٿيو آهي

تذهن اهڙي شخصيت ڪي تاريخي شخصيت ۽ اهڙي واقعي ڪي تاريخي واقعو چئي سگهجي ٿو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو سماج ڪي وساري پنهنجي لاءِ شان شوڪت ۽ عيش عشرت جي زندگي بسر ٿو ڪري، تاريخدان لاءِ اهڙو ماڻهو بلڪل اهميت رکندڙ نہ آهي. تاريخدان جو واسطو فقط اهڙين شخصيتن سان ٿيڻ گهرجي ۽ اهڙين تاريخي تحريڪن ۽ واقعن سان هئڻ گهرجي، جن جو مقصد سماجي بهبودي ۽ واڌارو هو يا آهي. تنهنڪري تاريخ جو استاد سائنسدان جي حيثيت ۾ هميشہ اهڙين شخصيتن جي ماضيءَ جي احوال ۽ انهن جي ڪمن جو حال مستقبل تي اثر بابت تحقيق ڪري صحيح راءِ قائم ڪندو آهي. ۽ پوءِ پنهنجي سکيا شروع ڪندو آهي.

ڪي ماڻهو پڇن ٿا تہ ڇا تاريخ ۾ پنهنجي ملڪ يا قوم جي وڏن ماڻهن ۽ ويرن ۽ سورمن سان همدردي رکڻ غلط آهي؟ ڇا تاريخ جي سکيا ۾ دلي جذبن جو دخل ڪونهي؟ ان سوال جو جواب هي آهي تہ حقيقت ۽ حُسن الڳ الڳ شيون نہ آهن بلڪ هر سچي ڳالهہ يا سچو ماڻهو هميشہ حسين ۽ چڱو ٿيندو آهي. سچائيءَ ڪي خوبيءَ ۽ ڪاريگري سان لکڻ يا ٻڌائڻ نہ ڏوهہ آهي ۽ نہ ناممڪن. جيڪڏهن تارخ جي استاد نصاب ۾ شامل ٿيل تاريخي واقعن ڪي چڱيءَ طرح تحقيق ڪرڻ ڪان پوءِ سمجهي ڇڏيو آهي تہ هو آزاديءَ سان پنهنجي پاڙهڻ جو انداز جيئن وڻيس ناهي ٿو سگهي ان جو طريقو مصورانہ، شاعرانہ يا ڪنهن بہ ٻئي عقلمندانہ قسم جو ٿي سگهي ٿو. ڇاڪاڻ تہ تاريخ سائنس بہ آهي ۽ هنر بہ آهي.

هر قوم ۽ جماعت جا پنهنجا تاريخي هِيرا سُورما يا مک ماڻهو ٿيندا آهن، ۽ تاريخ جي استاد ڪي قدرتي طور تي انهن بابت ٻارن ڪي سکيا ڏيندي پنهنجي جذبي ۽ اُمنگ ڪان ڪم وٺو پوندو ۽ ائين ڪرڻ ۾ ڪو ڏوهہ ڪونهي پر شرط هيءَ آهي تہ زير بحث شخصيت يا ڳالهہ ۾ ڪوڙ جو رنگ پيدا نہ ٿئي ۽ تاريجي شخصيت جي زندگيءَ جي ڪنهن بہ پهلوءَ ڪي اجائي اهميت نہ ڏني وجي. سچ ڪي ڪوڙ ۽ ڪوڙ ڪي سچ ڪري نہ ڏيکاريو وجي. هندستان ۽ پاڪستان جي تاريخ پاڙهيندڙ استاد جو ڪم هن لحاظ ڪان ٿورو ڏکيو آهي، ڇاڪاڻ تہ اسان جي سورمن ۽ سندن زندگيءَ جو احوال تاريخي حقيقتون نہ آهن جو جو اسان وٽ هيستائين علمي ۽ تاريخي ڳولا ۽ تحقيق جو ڪم پوريءَ طرح

نہ ڪيو ويو آهي، هر ڳالهہ بابت شڪ ۽ شبها باقي آهن. ۽ اسان غير جانبدارانہ ۽ منصفانہ طور تي پنهنجي تاريخي شخصيتن جو مطالعو ڪري نہ ٿا سگهون. جنهن جو نتيجو هيءُ ٿئي ٿو تہ فرقي وارانہ فساد ۽ سماجي رنجشون اسان جي قوم جي فردن ڪي پاڻ ۾ ڦٽائيندڙ رهيون آهن. تاريخ پاڙهيندڙ هيٺ ڏنل هدايتن تي عمل ڪيو وڃي تہ تاريخ جو استاد پنهنجي سکيا جي عمل کي وڌيڪ ڪارائتو بنائي سگهندو.

(1) تاريخ پاڙهيندڙ ذاتي اعتقاد ۽ تعصب کان ڪم نہ وٺڻ گهرجي.

(2) هر هڪ شخصيت جي زندگيءَ جا ٻئي پاسا ڏيکاريا وڃن، يعني چڱايون ۽ بڇڙايون ۽ انهن جي ثابتين جا حوالا ڏنا وڃن ۽ ماخذ پيش ڪيا وڃن.

(3) جيڪڏهن تاريخ پاڙهيندڙ استاد پاڻ مسلمان هجي ۽ ڪيس پنهنجي سڳوري پيغمبر ﷺ جن جي ڳالهہ شاگردن کي ٻڌائڻي هجي تہ هي ضروري نہ آهي تہ هندن، ٻُڌن يا سکن جي وڏن يا ديوتائن کي ذليل سمجهيو وڃي، ڇاڪاڻ تہ اسان پنهنجي وڏن کي ٻين قومن جي وڏن جي تذليل ڪرڻ بغير ئي ساراهي سگهون ٿا.

(4) تاريخ جو استاد ڪهڙي بہ مذهب يا ملت جو هجي، تہ بہ هن جو فرض آهي تہ سچائيءَ کان ڪڏهن بہ پري نہ وڃي ۽ هميشہ پنهنجي ملڪ ۽ قوم جو خيال رکي. پنهنجي وڏن سان گڏو گڏ ٻين فرقن ۽ قومن جي وڏن جو بہ احترام ڪري ۽ انهن جي خوبين کي مڃي.

تاريخ جي استاد کي گهرجي تہ هميشہ ٻارن کي پاڙهيندي پاڻ ڪنهن بہ شخصيت جو پاسو نہ وٺي، ۽ سبق شروع ڪرڻ کان اڳ مختصر سنڌي ۽ صاف آکاڻي ٻڌائي ٻارن جي ذهن کي ڪم جي لاءِ تيار ڪري. جيڪڏهن سبق جي وچ ۾ هو ڏسي تہ شاگرد ڪنهن ڳالهہ تي رنج ٿيا آهن يا جوش ۾ اچي ويا آهن تہ سبق هڪدم بند ڪري. استاد کي، شاگرد کي ٻڌائڻ گهرجي تہ اهي پنهنجي جذبات کي قابو ۾ رکن ڇاڪاڻ تہ مون گذريل ماڻهن جي ڳالهہ اوهان کي ٻڌائي آهي. جيڪڏهن اوهان کي ڪا ڳالهہ نہ وڻي آهي تہ اوهان پاڻ ڪتاب پڙهي يا ٻين کان معلوم ڪري پنهنجي دلجاءِ ڪريو! ان ريت شاگردن ۾ صبر ۽ تحمل جي عادت پيدا ٿيندي.

تاريخ جي استاد لاءِ آخري ضروري ڳالهہ آهي، سنڌس تاريخ پاڙهڻ جو

طريقو. تاريخ پاڙهڻ جو طريقو ڪا آسماني شيءِ ڪانهي، بلڪ ائين آهي تہ اڳئين زماني جا استاد پنهنجي شاگردن کي تاريخ جا سبق پاڙهي ويا ۽ ڪي خاص طريقا تدبيرون ۽ رستا سندن تجربي موجب ڪارائتا ثابت ٿيا. جيڪڏهن اجوڪو تاريخ جو استاد انهن جي تجربن مان فائدو وٺي ٿو سگهي تہ بهتر، نہ تہ هو پنهنجا طريقا پاڻ ڳولي ڪڍي. هرويرو جهونن طريقن جو پابند هئڻ ضروري نہ آهي. جنهن طريقي کي استاد سمجهي نٿو سگهي، بلڪ ڪيس رواجي يا رسمي طور تي اختيار ٿو ڪري، ان طريقي تي هلڻ مان استاد پنهنجي سبق کي دلچسپ نہ بنائي سگهندو، بلڪ هن جو سبق اڻ وڻندڙ ۽ بي فائدو رهندو. تاريخ پاڙهيندڙ خاص طور هيءَ غلطي تا ڪن تہ سبق پاڙهيندي سندن ڏيان تعليمي طريقي ڏانهن وڌيڪ ۽ سندن شاگردن ۽ انهن جي ذهني لاڙن ڏانهن اصل نٿو رهي، ۽ جيڪڏهن ڪو شاگرد گهربل جواب جي خلاف جواب ڏيئي ڇڏيندو آهي تہ پوءِ استاد جو سڄو سبق ئي خراب ٿي ويندو آهي. استاد کي سبق جي تياري بيشڪ ڪرڻ گهرجي پر ضرورت موجب پنهنجي طريقي کي بدلائڻ يا ڦيرائڻ لاءِ بہ تيار رهڻ ضروري آهي. اڪثر غير تربيت يافتہ استادن جو خيال آهي تہ تعليمي اصول ۽ طريقا ۽ انهن تي پابندي فقط تربيت يافتہ ماسترن لاءِ آهن. هيءُ خيال بلڪل غلط آهي، ڇاڪاڻ تہ دنيا ۾ هر ڪم ڪرڻ جي لاءِ ڪو نہ ڪو طريقو يا ڪي نہ ڪي طريقا ٿيندا آهن. پوءِ ڪم ڪندڙ تربيت يافتہ هجي يا غير تربيت يافتہ هجي. ٻار کي ماني کائڻ ڪير ٿو سيکاري؟ جيڪڏهن سندس وڏا نہ سيکاريندا آهن تہ هو ٻين کي ڏسي ڏسي رفتہ رفتہ پاڻيهي سکي ويندا آهن. ۽ سکڻ کان اڳ بہ هرويرو وات جي بدران گرهہ ڪن ۾ نہ وجهندوآهي! تنهنڪري ڪن استادن جو هيءُ خيال تہ سڪيا خاص طريقن کان سواءِ ئي هلائي سگهجي ٿي، درست نہ آهي، بلڪ هر استاد جو فرض آهي تہ هميشہ ويچار ڪري، جانچي ڏسي تہ سندس لاءِ ڪو تعليمي طريقو ڪارائتو آهي يا نہ. استاد تربيت يافتہ هجي يا نہ، ڪيس مختلف طريقن مان ڪم وٺڻو پوندو ۽ انهن طريقن کي هوشياريءَ ۽ عقل منديءَ سان ڪم آڻڻو پوندو. پر ڪيس ڪپي تہ طريقن کي فقط اوزارن وانگر سمجهي ڪم ۾ آڻي. ائين نہ سمجهي تہ هڪ ئي طريقي تي هلڻ ئي سڪيا جي ضرورت آهي.

## باب ائون

# تاريخ جو ڪمرو

ڪي تجربيڪار هيڊ ماستر پڇن ٿا تہ تاريخ جي ڪمري جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ جيڪڏهن هن سوال جي جواب ۾ ڪاٿن ٻيو سوال پڇيو وڃي ٿو تہ پوءِ سائنس جي ليبارٽرين جي ڪهڙي ضرورت آهي! تہ اهي عجب ٿا کائين. جيتوڻيڪ هر هڪ پڙهيل ماڻهوءَ کي خبر آهي تہ طبعي شين ۽ ڪيميا جي علم جي سکيا لاءِ سائنس جي ڪمري جو هجڻ تمام ضروري آهي. ڇاڪاڻ تہ ان ڪمري ۾ ٻار سائنس ماستر جي نگرانيءَ هيٺ حقيقي شين جو مشاهدو ٿا ڪن، ۽ حقيقي تجربا ڪرڻ سان سائنس جون ڳالهيون عملي طور سان سمجهن ٿا. جنهن اسڪول ۾سائنس جو جدا ڪمرو نہ هوندو آهي، سرڪار ان اسڪول کي منظور ئي نہ ڪندي آهي. پر ٿورو ئي زمانو گذريو آهي جو اسڪولن ۾ سائنس جو ڪمرو اصل هوندو نہ هو ۽ سائنس جي سکيا ڪتابن جي آڌار تي هلندي هئي. مطلب تہ جئين سائنس جي سکيا لاءِ سائنس جي جدا ڪمري جي ضرورت آهي، ساڳيءَ طرح نصاب جي هر هيڊ لاءِ جدا ڪمرو ٿي سگهي ٿو. خاص طرح تاريخ پاڙهڻ لاءِ تاريخ جو جدا ڪمري جو هجڻ اڄ ڪلهہ تمام ضروري آهي. جيڪڏهن تاريخ لاءِ جدا ڪمرو نہ هوندو تہ ٻار تاريخ جي هيڊ کي گهٽ اهم سمجهندا ۽ تاريخ شوق سان نہ پڙهندا. تاريخ پڙهندڙ شاگرد تاريخ ان لاءِ ٿا پڙهن تہ انهن ۾ تاريخ جي مطالعي ڪرڻ ۽ ويچار ڪرڻ جو مادو پيدا ٿئي. هن مقصد جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪين تاريخي ڪتابن جا حوالا، تاريخ جي صحيح واقفيت، ان جون تاريخون ۽ سن ۽ نقشا وغيره گهرجن. تاريخ کي سمجهڻ لاءِ ڪين نقشن کي ڏسڻو پوندو، پاڻ بہ نقشا ۽ چارٽ ناهڻا پوندا آهن. ڪين گراف ڇڪڻا ٿا پون. ڪين مختلف تاريخ جا ڪتاب پڙهڻا ٿا پون، ۽ پنهنجا نوٽ رکڻا ٿا پون. ڪين جهوني زماني بابت صحيح معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ ماخذ ۽ حقيقي شيون گهرجن، ان لاءِ تہ اهي رڪارڊ کي ڏسي ۽ جانچي سچ ۽ ڪوڙ ۾ امتياز ڪري سگهن. اهي سڀ ڳالهيون ناممڪن آهن، جيڪڏهن ٻارن جي لاءِ اسڪول ۾ هڪ جدا تاريخ جو ڪمرو نہ هوندو، ۽ ان ڪمري ۾ تاريخ جي سکيا لاءِ موزون ۽ ڪافي انداز ۾ سامان مهيا ڪيل نہ هوندو،

سچ پچ ٿيڻ ائين گهرجي تہ تاريخ جو استاد تاريخ جو سڄو ڪم تاريخ جي ڪمري اندر هلائي، يعني تاريخ پاڙهڻ لاءِ ڪلاس روم ۽ تاريخ پاڙهڻ جي سامان رکڻ لاءِ ڪمرو ساڳيو هجي. جيڪڏهن تاريخ لاءِ ڪلاس روم جدا هوندو ۽ تاريخ جي سامان جو ڪمرو جدا هوندو تہ پوءِ استاد کي هر هر نقشي يا تصوير جي کڻڻ لاءِ يا تہ پاڻ کي وڃڻو پوندو يا پٽيوالي کي وڃڻو پوندو. ۽ ان اچ وڃ ۾ ڪافي وقت ضايع ٿيندو ۽ شايد رفتہ رفتہ وقت بچائڻ لاءِ استاد مجبور ٿي ويندو تہ نقشن ۽ تصويرن کان سواءِ ئي پنهنجو سبق هلائي. پر جيڪڏهن تاريخ جي سکيا جو ضروري سامان انهيءَ ڪمري ۾ جنهن ۾ استاد تاريخ جو ڪلاس ٿو وٺي، تہ استاد کي بہ سَولائي ٿيندي ۽ ڪلاس کي بہ ڏسڻ ۽ سکڻ ۾ وڏيڪ فائدو ٿيندو. ڇاڪاڻ تہ گهربل ڪتاب، نقشا، چارٽ يا تصويرون هڪدم استاد ڪلاس جي سامهون پيش ڪري سگهندو.

هاڻي سوال هي اُٿي ٿو تہ تاريخ جي ڪمري کي ڪيئن سينگاريو وڃي؟

هن سوال جو جواب هيٺ ڏجي ٿو:

(1) تاريخ جي ڪمري ۾ مکيہ شيءِ آهي لئبريري. لئبرري ٻن قسمن جي ٿئي ٿي هڪ استادن لاءِ ٻي شاگردن لاءِ. شايد اوهين هن ڳالهہ تي ڪلندا ۽ چوندا تہ جڏهن اسڪول ۾ هڪ وڏي لئبرري موجود آهي تہ پوءِ تاريخ جي ڪمري ۾ لئبريري کولڻ جي ڪهڙي ضرورت؟ پر مونکي تجربو آهي تہ اسڪول جي وڏي لئبرري استادن توڙي شاگردن لاءِ سراسري طور ڪارائتي ثابت نٿي ٿئي. اڄ ڪلهہ هر هيڊ پاڙهڻ لاءِ عام طور هڪ علحده ماهر استاد هئڻ جو رواج آهي. تنهنڪري نهايت ضروري آهي تہ هر هڪ ماهر لاءِ سندس ڪم جي خاص اپياس واسطي لئبرري بہ جدا هجي، تہ استاد توڙي شاگردن کي ڪتابن جي ڏي وٺ ۾ سولائي ٿئي ۽ وقت بہ ضايع نہ ٿئي. استادن لاءِ هن لئبرريءَ ۾ تاريخ جا مکيہ ۽ مشهور ڪتاب موجود هئڻ گهرجن، تہ استاد ماخذن ۽ حوالن وارن ڪتابن جو مطالعو ڪري ٻارن کي تاريخ جا سبق سيکاري. انهيءَ کان سواءِ استادن جي لئبرريءَ ۾ تاريخ پاڙهڻ جي طريقن بابت بهترين، تازا ۽ جديد ڇپيل ڪتاب هئڻ بہ ضروري آهن. تنهن کان سواءِ گزيٽيئر جون ڪاپيون ۽ باتصوير تاريخي جرنلن ۽ مگزينن جو هئڻ بہ چڱي ڳالهہ آهي بلڪ ضروري بہ آهي.

شاگردن جي لئبرريءَ ۾ گهٽو ڪري نصاب موجب درسي ڪتاب هجڻ گهرجن، ۽ مادري زبان ۾ هئڻ گهرجن. شاگردن جي واقفيت وڌائڻ لاءِ سندن

لئبرريءَ ۾ مشهور ماڻهن جون سوانح حيات (آتم ڪهاڻيون) نجي خط و ڪتابت، تاريخي ڊراما ۽ خطبا ۽ تقريرن جا ڪتاب هئڻ گهرجن.

(2) تاريخ جي ڪمري ۾ چونڊ تصويرن جو چڱو ذخيرو رکڻ گهرجي هن ذخيري ۾ وڏيون ۽ ننڍيون تصويرون هئڻ گهرجن. گهربل تصويرون خاص طور يورپ جي عجائب گهرن مان به گهرائي مهيا ڪرڻ گهرجن. برٽش ميوزم به مختلف قسم جي تاريخي تصويرن جا پوسٽ ڪارڊ وڪڻي ٿو. هڪڙي مشهور ولائتي دوائن جي سوسائٽي رنگين تصويرون سپلاءِ ڪري ٿي. تنهن کان سواءِ تاريخ جي ڪمري ۾ ڪي مشهور تاريخي ۽ تعليمي جرنل ۽ مخزنون اچڻ گهرجن، ڇاڪاڻ ته انهن ۾ سٺيون تصويرون ڇپجن ٿيون خاص طور پڪٽوريل ايڊوڪيشن نالي رسالو باتصوير آهي ۽ ان ۾ تاريخ جاگرافي، نيچر اسٽڊي ۽ زبانن جي پاڙهڻ جي سکيا لاءِ ڪارائتيون تصويرون ڏنل هونديون آهن. هن رسالي جي هر پني تي جدا جدا علمي هيڊن بابت تصويرون هونديون آهي ۽ هر هڪ هيڊ پاڙهيندڙ پنهنجي ڪم جون تصويرون پاڙهڻ وقت ڏسي ۽ ڏيکاري سگهي ٿو. پر افسوس جي ڳالهه هيءُ آهي ته اسان جي اسڪولن ۾ اهڙا رسالا ۽ مخزنون پهريائين ته اچن ئي نٿيون ۽ جيڪڏهن اچن به ٿيون ته هيڊ ماستر صاحب عام طور سان اهڙين شين کي پنهنجي لئبرريءَ يا ريڊينگ روم جي انچارج ماسترن ڏانهن ڏياري موڪلي ٿو. هي صاحب هڪ يا ٻن مهينن تائين پنهنجي ميز تي رکي پوءِ ڪٻٽ ۾ بند ڪري رکي ٿو ڇڏي. سچ پچ ائين ڪرڻ غلطي آهي. اسڪولن ۾ تصويرن جي قدر قيمت سڃاڻڻ هر تاريخ جي استاد جو فرض آهي. تاريخ جي ڪمري ۾ جيتريون تصويرون ڀِتين تي ٽنگيل هجن، استاد جو فرض آهي ته انهن جي چڱيءَ طرح سمجهاڻي ڏئي.تنهن کان سواءِ کيس گهرجي ته شاگردن کي همٿائي ته اهي تاريخي تصويرون مختلف اخبارن مان ڪٽي گڏ ڪن ۽ پنهنجا البم پاڻ ناهين. شاگردن جا ناهيل تاريخي البم تاريخ جي ڪمري ۾ رکيل هئڻ گهرجن.

(3) تاريخ جي ڪمري ۾ جنگ ۽ فوجن جي اچ وڃ جي رستن جا خاڪا، چارٽ ۽ نقشا وغيره ضرور هئڻ گهرجن.

(4) تاريخ جي ڪمري ۾ شاگردن جي دماغ ۾ وقت جي احساس پيدا ڪرڻ لاءِ وقت جا چارٽ ۽ ٻيو ضروري سامان هئڻ گهرجي. خاص طور سان هيٺ ڏنل شيون ضرور هئڻ گهرجن.

(1) متحرڪ فريز تاريخ جي ڪمري ۾ ٽن يا چئن پٽين تي وقت جي ليڪ جو هئڻ ضروري آهي. وقت جي ليڪ دفتريءَ تي به ناهي سگهجي. تي ۽ رنگ ۽ روغن سان به نهي سگهي ٿو بهر حال ان ليڪ کي صدين ۾ ورهائڻ گهرجي ۽ اهم تاريخون ۽ شخصيتون مٿانئس موزون جاين تي داخل هئڻ گهرجن. دنيا، هندستان ۽ پاڪستان جي تاريخ پاڙهڻ ۽ دورڪرائڻ لاءِ متحرڪ فريز تمام ڪارائتي ٿيندي.

(2) متحرڪ فريز کان سواءِ تاريخ جي ڪمري ۾ قديم ٿوري جديد ملڪن جي عروج، زوال وغيره ڏيکارڻ لاءِ وقت جون بيٺل ليڪون نڪتل هئڻ گهرجن. هر ليڪ هڪ خاص ملڪ جي لاءِ ٿيڻ گهرجي يعني بابل، مصر، هند، چين، روم ۽ يونان وغيره.

(3) تاريخ جي استاد کي گهرجي ته مختلف دؤرن ۽ تاريخي گهراڻن واقعن ۽ تحريڪن جي ڪماليت، زواليت ڏيکارڻ لاءِ تاريخي گراف ناهي ٽنگي يا پٽين تي رنگ سان بنائي ساڳيءَ طرح مخالف طاقتن يا تحريڪن جي ترقي ڏيکارڻ لاءِ چارٽ بنائي، جيئن ته ٻڌ ڌرم ۽ هندو ڌرم جي ڀيٽ، مغلن ۽ مرهٽن جو مقابلو ۽ انگريزن ۽ فرينچن جي ويڙهه. انهن گرافن ۽ چارٽن کي پٽين تي ڪوڪن سان هڻڻ گهرجي ۽ شاگردن کي به ساڳئي قسم جا چارٽ ۽ گراف بنائڻ گهرجن.

(4) تاريخ جي ڪمري ۾ هڪ وڏي گلوب جو هئڻ به ضروري آهي.

مٿي ٻڌايل نموني تي تاريخ جي ڪمري کي سينگارڻ لاءِ گهڻو وقت لڳندو. هي هڪ يا ٻن سالن جو ڪم نه آهي. تنهن کان سواءِ اڄ ڪلهه اسڪولن ۾ فنڊ تمام ٿورو ٿيندو آهي. تنهن هوندي به هر هڪ تاريخ جو استاد پنهنجي خيال ۽ گهرج آهر تاريخ جو ڪمرو سينگاري سگهي ٿو. گهٽ ۾ گهٽ وقت جا گراف، تاريخ جا گراف ۽ متحرڪ فريز ناهڻ ۾ پئسي جي ضرورت نه آهي. تاريخ جي استاد کي فقط پاڻ محنتي ٿيڻ گهرجي ڪيس ياد رکڻ گهرجي ته تاريخ جو ڪمرو ميوزم وانگر نه ٿيندو آهي، جنهن کي ڪڏهن ڪڏهن استعمال ڪيو وڃي. تاريخ جو ڪمرو هڪڙو تاريخي تجربه گاهه يا ورڪ شاپ وانگر سمجهڻ گهرجي، جتي ٻار روزانه پنهنجي تجسس جي جذبي کي پوري ڪرڻ لاءِ ۽ سکڻ لاءِ وڃي ويهندا آهن ۽ ڪم ڪندا آهن.

## باب نائون

# تاريخ ۽ وقت جو احساس

جيئن جاگرافي پاڙهيندي استاد مڪان ۽ مفاصلي جو احساس پيدا ڪرڻ لاءِ نقشا ۽ چارٽ استعمال ڪندو آهي، ساڳيءَ طرح تاريخ جو استاد بہ وقت، مفاصلي ۽ جاءِ وغيره جو احساس پيدا ڪرڻ لاءِ مختلف طريقا استعمال ڪري ٿو. تاريخ جي استاد کي ياد رکڻ گهرجي تہ تاريخي شخصيتن ۽ سندن ڪمن ۾ خاص لاڳاپو ٿيندو آهي. تاريخ ۾ نہ ڪا شخصيت علحده ٿي سگهي ٿي ۽ نڪو واقعو. تاريخدان جو ڪم آهي تہ واقعن جي سببن- نتيجن کي هڪ ٻئي سان ڳنڍي پيش ڪري ۽ ٻارن ۾ خاص طور تاريخ جي حوالي سان ماڻهن جي ڪارنامن جي وقت جو احساس پيدا ڪرائي.

عام طور جهوني زماني جا استاد ٻارن کي خاص خاص تاريخون چٽونءَ وانگر ياد ڪرائي ڇڏيندا هئا. پر اڄ ڪلهه جديد تعليمي طريقن موجب تاريخي واقعن جو لاڳاپو تاريخن سان ڏيکارڻ کان سواءِ خالي تاريخون ياد ڪرائڻ غلط سمجهيو وڃي ٿو، ڇو تہ ان طرح خالي تاريخن ياد ڪرڻ وارو جهونو طريقو ٻارن ۾ وقت جو احساس پيدا نٿو ڪري. تاريخ جي استاد کي گهرجي تہ نصاب پاڙهيندي مکيہ تاريخن جي حوالي سان انهن سان لاڳاپا رکندڙ واقعا شاگردن کي ٻڌائي ۽ سمجهائي، تہ ٻارن ۾ وقت جو گهربل احساس پيدا ٿئي. وقت جي هن احساس جاڳائڻ لاءِ مختلف نظرياتي تعليمي وسيلا اختيار ڪيا ويندا آهن، جهڙوڪ:

(1) وقت جا ليڪا يا لڪيرون وقت اهڙو روڊ آهي جنهن تي ٽريفڪ هڪڙي پاسي کان ئي ايندي آهي، ۽ وقت جي احساس پيدا ڪرڻ لاءِ تاريخ جو استاد وقت جون لڪيرون ۽ وقت جي گراف ذريعي تاريخ جا سبق سيکاريندو آهي. مثلاً، هڪڙي لڪير هڪ فوٽ ڊگهي هڪ صديءَ جو عرصو ڏيکاريندي ۽ جيڪڏهن ان فوٽ واريءَ لڪير کي ڏهن ڀاڱن ۾ ورهايو وڃي، تہ هر هڪ ڀاڱو ڏهن ورهين جو عرصو ظاهر ڪندو. ان لڪير جي ڪٻي پاسي انگ لکيا

# مغلن جي ايامڪاري

(دؤر جو ليڪائون چارٽ)

1500ع

پاڻيپٽ جي پهرين جنگ — 1524ع

پاڻيپٽ جي ٻي جنگ — 1556ع

1600ع

جهانگير جو تخت نشين ٿيڻ — 1605ع

شاهه جهان جو تخت نشين ٿيڻ — 1627ع

1700ع

اورنگزيب جي وفات — 1707ع

نادر شاهه جي ڪاهه — 1739ع

پاڻيپٽ جي ٽين جنگ — 1761ع

1800ع

جنگ آزادي ۽ مغل شهنشاهت جي پڄاڻي — 1857ع

1900ع

90 سال — انگريز

1947ع پاڪستان ۽ ڀارت جو وجود — آزادي

ننڍي کنڊ جو ورهاڱو
14 آگسٽ 1947ع

## مغل، مرهٽا ۽ انگريز




مرھٽن جي اپامڪاري (ڪمال ۽ زوال جو گراف)
1575ع - 1818ع
1760ع ڪماليت جو ڏاڪو
مالوجي
شاھاجي
شيواجي
سنڀاجي
راجا رام
شاھو
بالاجي
باجي راءِ
نانا صاحب
ماڌوراءِ اول
مھاداجي
نانا فرنويس
۽ ماڌوراءِ پيو
باجي راءِ پيو
1575ع
1646ع
1680ع
1708ع
1720ع
1760ع
1761ع
1772ع
1795ع
1802ع
1818ع




## مغلن ۽ مرهٽن جي سلطنت جي ڪمال ۽ زوال جو گراف

مرهٽن جي ايامڪاري - - - - - -

مغلن جي ايامڪاري ______

اهن ۾ سڀني پاسي خاص صديءَ جون مکيہ تاريخون ڏيکاريون آهن. تاريخ جي استاد کي ٻن ڳالهين جو خاص طور ڌيان رکڻ گهرجي، يعني وقت جي لڪير تمام ننڍي نہ هجي ۽ تاريخون تمام مکيہ ۽ ٿوريون هجن. هيٺين ڪلاسن ۾ ٻارن کي آڪاٽين رستي سبق پاڙهيا آهن ۽ تنهن کان پوءِ هيٺين ڪلاسن ۾ بياني طريقو اختيار ڪيو آهي ۽ مختلف گهراڻن جي ڪمال ۽ زوال بابت ڄاڻ ۽ سمجهاڻي ڏني آهي. خاص طور مٿين ڪلاسن ۾ وقت جي لڪيرن جي گرافن جي اهميت وڌي آهي. وقت جي لڪيرن ذريعي مغلن جو اچڻ، چوٽ تي پهچڻ، تنهن کان پوءِ سندن زوال جو وقت چڱيءَ طرح ڏيکاري سگهجي ٿو. اهڙيءَ طرح مرهٽن جي اُيرڻ ۽ ڪرڻ ۽ تنهن کان سواءِ تاريخي تحريڪن جي ابتدا ۽ پڄاڻيءَ کي وقت جي گراف ذريعي چٽيءَ طرح ڏيکاري سگهجي ٿو. مثلاً هندستان ۾ برهمڻن جي ڪماليت جو زمانو. ٻڌ ڌرم جي ترقيءَ، راجپوتن جي عروج جو زمانو، انگريزن ۽ انگريزي تعليم جو زور ۽ ٻين سماجي سڌارن وغيره جا مک دؤر يا زمانا چِٽا ڪري ڏيکاري سگهجن ٿا.

(2) تاريخي گراف (Time - graphs) اهي وقت جا ليڪا يا وقت جون لڪيرون تاريخ ۾ سماجي سڌارن ۽ جدا جدا شخصيتن يا گهراڻن جي دؤرن جي ڀاڱ ۾ پيش ڪرڻ لاءِ گراف جي صورت ۾ صاف صاف ۽ چِٽا تي آڏو بيهن ٿا. مغلن ۽ مرهٽن جي ٽن سَون ورهين جي عرصي جو نقشو گراف رستي چڱي طرح ڏيکاري سگهجي ٿو. ساڳيءَ طرح 1857ع واري بغاوت کان وٺي 1947ع تائين مسلمانن جي آزاديءَ لاءِ جا تحريڪ هلي، سا گراف رستي سمجهائڻ گهرجي. استاد جي رهنمائيءَ لاءِ چند وقت جي ليڪن ۽ گرافن جا نمونا هيٺ ڏجن ٿا:

# هندستان تي مسلمانن جا حملا

| | |
|---|---|
| 570ع | رسول مقبول ﷺ جن جي ولادت باسعادت. |
| 622ع | .رسول ﷺ جن جي مکي کان مديني ڏانهن هجرت. |
| 8 جون 672ع | رسول ﷺ جن جو برقعو متائڻ. |
| 641ع | عربن جو مصر فتح ڪرڻ. |
| 711ع | عربن جو سنڌ فتح ڪرڻ. |
| 870ع | ڪابل تي يعقوب بن ليس جو قبضو. |
| 986-87ع | سلطان سبڪتگين جي هندستان تي پهرين ڪاهه. |
| 991ع | سلطان سبڪتگين جو پنجاب جي راجا جئه پال کي قُرم ماتري ۾ خوفناڪ شڪست ڏيڻ. |
| 997ع | سلطان سبڪتگين جي وفات ۽ محمود غزنويءَ جو تخت نشين ٿيڻ. |
| 1001ع | محمود غزنويءَ جو جئه پال کي شڪست ڏيڻ (محمود غزنوي جو پهريون معرڪو) |
| 1008-9ع | محمود غزنويءَ جو آنند پال کي شڪست ڏيڻ (محمود غزنوي جو ڇهون معرڪو) |
| 1009ع | نگر ڪوٽ جي فتح. |
| 1019ع | محمود غزنويءَ قنوج تي ڪاهه ڪئي. |
| 1020ع | محمود غزنويءَ چنديلا تي ڪاهه ڪئي. |
| 1025ع | محمود غزنويءَ سومنات فتح ڪيو. |
| 1026ع | محمود غزنويءَ جو لوڻ جي ٽڪرن جي جاٽ قوم سان جنگ. |
| 1030ع | محمود غزنويءَ جي وفات. |
| 1031-1152ع | محمود غزنويءَ جا پويان. |
| 1150ع | غزني جي، علاوالدين جهان سوز، غور جي شهزادي هٿان برباديءَ. |
| 1173ع | غزني جو غياث الدين غوري جي سلطنت ۾ شامل ٿيڻ |
| 1175-76ع | محمد غوريءَ جي ملتان تي ڪاهه ۽ اُچ تي قبضو. |
| 1191ع | ترائن جي پهرين جنگ ( محمد غوريءَ جو پرٿوي راج جي هٿان |

شڪست کائڻ)

| | |
|---|---|
| 1192ع | ترائن جي ٻي جنگ - پرٿوي راج چوهان جي شڪست ۽ موت. |
| 1193ع | قطب الدين ايبڪ جو دهلي تي قبضو. |
| 1197ع | انهل واڙا. گجرات جي گاديءَ جي هنڌ تي قبضو. |
| 1197ع | محمد خلجيءَ جو بهار فتح ڪرڻ. |
| 1199ع | محمد خلجيءَ جو بنگال فتح ڪرڻ. |
| 1206ع | محمد غوريءَ جي وفات. |

## دهليءَ ۾ مسلم سلطنت جو بنياد پوڻ

| | |
|---|---|
| 1206ع | قطب الدين ايبڪ جو دهليءَ جي تخت تي قبضو. |
| 1210ع | قطب الدين ايبڪ جي وفات. |
| 1210ع | سلطان التمش جو گاديءَ تي ويهڻ. |
| 1221ع | چنگيز خان جو حملو. |
| 1235ع | سلطان التمش جي وفات. |
| 1236ع | شهزادي رڪن الدين فيروز شاهه جو گاديءَ تي ويهڻ. |
| 1236ع | سلطانه رضيه جو گاديءَ تي ويهڻ. |
| 1240ع | سلطانه رضيه جي گرفتاري ۽ وفات. |
| 1241ع | سلطان علاؤالدين مسعود جو گاديءَ تي ويهڻ ۽ منگولن جي هندستان تي ڪاهه ۽ لاهور تي قبضو ڪرڻ. |
| 1245ع | منگولن جي بلبن ڏانهن پيش قدمي ڪرڻ ۽ بلبن هٿان شڪست کائي موٽي وڃڻ. |
| 1246ع | سلطان ناصرالدين محمود جو گاديءَ تي ويهڻ. |
| 1266ع | غياث الدين بلبن جو تخت نشين ٿيڻ. |
| 1279ع | بينگال ۾ طغرل جو بغاوت ڪرڻ. |
| 1285ع | پنجاب تي منگولن جي ڪاهه. |
| 1286ع | بلبن جي وفات. ۽ معزالدين ڪيقباد جو تخت نشين ٿيڻ. |
| 1290ع | سلطان ڪيقباد جو هڪ خلجيءَ هٿان مارجي وڃڻ ۽ غلام گهراڻي جو خاتمو. |

# شاندار ڪارنامن جو زمانو

| | |
|---|---|
| 1290ع | جلال الدين خلجيءَ جو تخت نشين ٿيڻ . |
| 1292ع | هلاڪو خان منگول جو حملو. |
| 1294ع | علاؤ الدين خلجي جي ديوگري تي ڪاهه. |
| 1295ع | جلال الدين جو علاؤالدين هٿان قتل ٿيڻ. |
| 1297ع | علاؤالدين خلجيءَ جو تخت نشين ٿيڻ ۽ منگولن جي پهرين ڪاهه. |
| 1297-98ع | گجرات جي فتح. |
| 1297-1305ع | منگولن جون ڪاهون. |
| 1301ع | رنٿنبور جي فتح. |
| 1303ع | چتور جي فتح. |
| 1306-12ع | مالوا جي فتح - ملڪ ڪافور جي دکن تي ڪاهه. |
| 1316ع | قطب الدين مبارڪ جو تخت نشين ٿيڻ. |
| 1320ع | خسروخان جو تخت کسڻ. |
| 1321ع | غياث الدين تغلق (غازي ملڪ) جو تخت نشين ٿيڻ. |
| 1325ع | فخرالدين جونا جو محمد بن تغلق جي لقب سان تخت تي ويهڻ. |
| 1326-27ع | دهليءَ کي خالي ڪرڻ - دولت آباد کي گاديءَ جو هند ڪرڻ. |
| 1329-32ع | ٽامي ۽ پتل جا سڪا زوري جاري ڪرڻ. |
| 1335ع | احسن شاهه جو مالا بار ۾ بغاوت ڪرڻ. |
| 1336ع | وڄيانگر جي سلطنت جو برپا ٿيڻ. |
| 1337ع | بينگال ۾ فساد. |
| 1340-41ع | عين الملڪ جو دوب ۾ فساد ڪرڻ. |
| 1342ع | ملڪ ۾ ڏڪار. |
| 1347ع | بهمني سلطنت جو برپا ٿيڻ. |
| 1347-51ع | سلطان جو گجرات ۽ سنڌ جو دورو. |
| 1351ع | سلطان جي وفات، فيروز شاهه تغلق جو تخت نشين ٿيڻ. |
| 1333-42ع | ابن بطوطه جو هندستان ۾ اچڻ. |
| 1353-54ع | فيروز شاهه جي بنگال تي ڪاهه. |

1359-60ع فيروز شاهه جي بنگال تي ٻي ڪاهه.
1388ع فيروز شاهه جي وفات.
1398ع تيمور خان جي ڪاهه.

## آزاديءَ لاءِ مسلمانن جي جدوجهد

### (1857ع کان 1947ع)

1613ع سورت ۾ انگريزن جي ڪوٺين جو برپا ٿيڻ.
1657ع پلاسي جي جنگ - سراج الدولہ جي شڪست (انگريزن جو بنگال تي قبضو)
1771ع نواب حيدر علي ميسور جي راجا جي ڪجهه علائقن تي انگريزن جو قبضو.
1782ع نواب حيدر علي جي وفات.
1784ع ٽيپو سلطان جو انگريزن ۽ مرهٽن کان تنجور ۽ منگلور کسڻ.
1799ع ٽيپو سلطان جي ميسور جي ٽين جنگ ۾ شهادت - انگريزن جي حڪومت ۾ طاقت ۽ واڌارو اچڻ.
1826ع کان 1829ع ايسٽ انڊيا ڪمپني ۽ رنجيت سنگهه جي خلاف سيد احمد بريلوي جي رهبريءَ ۾ مسلمانن ۾ نئي تحريڪ - سکن خلاف جهاد - سيد احمد جو پشاور تي قبضو.
1831ع بالاڪوٽ جي جنگ - سيد احمد جي شهادت.
1833ع کان 1856ع انگريزي سلطنت ۾ واڌارو (ماڻهن ۾ انگريزن خلاف بيچيني)
1857ع انگريزن جي خلاف بغاوت - مسلمانن جي تباهي انگريزن جو
10/مئي هندستان تي مڪمل قبضو - علي ڳڙهه ڪاليج جو بنياد پوڻ.
1877ع علي ڳڙهه ۾ محمدن اينگلواوريئنٽل ڪاليج جو قيام سر سيد احمد خان جون مسلمانن جي تعليمي حالت سڌارڻ لاءِ جدوجهد.
1885ع آل انڊيا نيشنل ڪانگريس جو قيام. سرسيد احمد خان جو مسلمانن لاءِ جدا وطن هئڻ جو خواب. سرسيد احمد خان پهريون پاڪستاني.

| | |
|---|---|
| 1905ع | علي گڙهه ۾ مسلمانن جي پهرين سياسي ۽ معاشرتي انجمن جو بنياد پوڻ. هندو مسلم اختلاف. شملي ۾ مسلمانن جي وفد جي لارڊ منٽو سان ملاقات. جداگانہ چونڊن جي منظوري. |
| 1906ع | 30- ڊسمبر ڍاڪا ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي قيام جو تاريخي فيصلو. تقسيم بنگال ختم ڪرڻ جي خلاف حڪومت کي نوٽس. هندو مسلم خانہ جنگيون. مسلمانن ۾ اتحاد. |
| 1908ع | مسلمانن جي مطالبات جو منظور ٿيڻ. |
| 1909ع | سر آغا خان جو مسلم ليگ جو مستقل صدر ٿيڻ. |
| 1911ع | تقسيم بنگال جو خاتمو. جنگ بلقان. عثمانيہ سلطنت جو زوال. مسلمانن جي سياسي شڪست ۽ نا اُميدي. |
| 1915ع | مسلم ليگ جو هندستان لاءِ آزاديءَ جو مطالبو. ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ۾ عملي اتفاق، بمبئي ۾ مسلم ليگ جي اجلاس ۾ ڪانگريس جي شرڪت. |
| 1916ع | نومبر ۾ آل انڊيا ڪميٽي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جو پهريون جلسو. ڊسمبر ۾ ڪانگريس ڪميٽي ۽ مسلم ليگ جو ٻيو جلسو. سڌارن جي اسڪيم. |
| 1919 | مانٽيگو چيلمسفورڊ سڌارن خلاف احتجاج. تحريڪ عدم تعاون. تحريڪ خلافت جو خاتمو. قائد اعظم دستوري جدوجهد جي موافقت ۾ حسرت موهاني جو مڪمل آزاديءَ جو مطالبو. |
| 1924ع | هندو مسلم اتحاد جو خاتمو. اتحادي ڪانفرنس جي ناڪامي. |
| 1927ع | سائمن ڪميشن جو اچڻ. قائد اعظم جا 14 نقاط. |
| 1930ع | لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس. دستور ۾ مناسب تحفظ لاءِ مسلمانن جو مطالبو. الله آباد ۾ مسلم ليگ جو سالاليانو اجلاس. علامہ اقبال جو جدا مسلم رياست جو مطالبو. |
| 1932-33ع | ٻي ۽ ٽين ڪانفرنس. |
| 1935ع | دستور جو نفاذ قومي تحفظ جي خلاف. |
| 1936ع | مجلس قانون ساز ۾ مسلم ليگ پارٽيءَ جو قيام. مسلم ليگ جو چونڊن ۾ حصي وٺڻ جو فيصلو. مرڪزي پارلياماني بورڊ جو برپا ٿيڻ. |

| | |
|---|---|
| 1937ع | هندو اڪثريت جي علائقن ۾ ڪانگريس جو اقتدار. مسلم ليگ جي مخالفت. مسلم ليگ جو ذميدار حڪومت جي بدران مڪمل آزادي جو مطالبو. |
| 1939ع | ٻي مهاڀاري جنگ. ڪانگريس وزارتن جو استعفيٰ ڏيڻ. مسلمانن جو يوم نجات ملهائڻ. |
| 1940ع | لاهور ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جو جلسو. قراد پاڪستان جو منظور ٿيڻ. |
| 1942ع | ڪرپس مشن جو اچڻ. |
| 1945ع | شملا ڪانفرنس جي ناڪامي. قائداعظم جو پاڪستان جي مطالبي تي قائم رهڻ. |
| 1946ع | ڪابينہ مشن. مسلم ليگ جي موافقت. ڪانگريس جي مخالفت. مشن جي ناڪامي. مسلم ليگ جو ڊائريڪٽ ايڪشن جو فيصلو. آزادي لاءِ جنگ جي ڌمڪي. خطابات جو موٽائڻ. |
| 1947ع | 3- جون لنڊن ۾ ڪانفرنس. ٻن قومن جي وجود جو اعتراف.<br>3- جون جو هندو پاڪ آزادي جو فيصلو. |
| 14 آگسٽ 1947ع | جدوجهد جو خاتمو. دولت خداداد پاڪستان جو وجود ۾ اچڻ. |

## باب ڏهون

# ماخذ وارو طريقو

### ماخذ ڇا کي چئبو آهي؟

تاريخ جو واسطو سچن واقعن ۽ تحقيق ڪيل(ڇنڊيل) ڳالهين سان ٿيندو آهي. آرين، ايرانين، يونانين، عربن، سومرن، سمن،ارغونن، ترخانن، مغلن، ڪلهوڙن، ٽالپرن خواهه انگريزن ۽ ليگي مسلمانن بابت لکڻو هجي، ته مؤرخ لاءِ ضروري آهي ته ڪيس ڳالهين ۽ واقعن بابت پورو ۽ سچو علم هجي. ڇاڪاڻ ته تاريخ هڪ سائنس آهي، انهيءَ ڪري نه مؤرخ ۽ نه تاريخ جو استاد ڪوڙين اکاڻين تي راضي ٿي بس ڪري سگهي ٿو. جيتوڻيڪ سندس ڪوڙيون آکاڻيون ٻارن لاءِ دلچسپ ۽ سبق آموز ۽ ڪارائتيون ٿي چو نه هجن.

هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي، ته مؤرخ گذريل زماني ۽ اڳوڻن ماڻهن بابت سچا واقعا ڪئين ۽ ڪٿان هٿ ڪري؟ مؤرخ پاڻ اڄ ايڪويهين صديءَ ۾ جيئرو آهي ۽ ماضي جي احوال جو علم هن کي ڪو نه آهي نه مؤرخ اڳوڻن مئل ماڻهن سان ڳالهائي ٿو سگهي ۽ نه ڪين ڏسي ٿو سگهي ۽ نه انهن سان خط وڪتابت ڪري ٿو سگهي. ان ڪارڻ مؤرخ لاءِ ضروري ٿئي ٿو ته هو سموري حاصل ٿيڻ جهڙي تاريخي مواد ۽ سامان کي ڪم آڻي، جنهن ۾ ئي گذريل زماني جي ماڻهن جي حياتيءَ جي سچي پٽري پيل يا لکل تصوير موجود آهي. اهڙي تاريخي مواد يا سامان کي ”ماخذ“ (ڄاڻ جو ذريعو يا ماخذ ڪونبو آهي. علم لسانيات جي ماهرن انسانذات جي تاريخ کي قلمي ذريعن يا ماخذن جي لحاظ کان ٽن دؤرن ۾ ورهايو ويو آهي.

تازي ۽ جديد دور جو مدو گذريل ٻن هزار ورهين تائين رکيل آهي. ڇاڪاڻ ته هن دؤر سان لاڳاپا رکندڙ لکيل رڪارڊ يا دستاويز موجود آهن. هن دؤر کي ”تاريخي دؤر“ جي نالي سان به سڏبو آهي. هندستان ۽ پاڪستان جي تاريخ ۾ هيءُ دؤر يونان جي سڪندر اعظم جي ڪاهه کان وٺي شروع ٿئي ٿو.

جيڪڏهن سڪندر اعظم جي ڪاهه کان پوئتي وڃبو ته تاريخ جو اڳ وارو بيو دؤر شروع ٿيندو. هيءُ زمانو يادنامن مثلاً: رامائڻ ۽ مهاڀارت ۽

يوناني ايليڊ جو زمانو اهي. اهي بہ ان قديم زماني جي تاريخ بابت ٻڌايل نشان يا رڪارڊ آهن. پر سچا نہ آهن. ڇاڪاڻ تہ حقيقت انهن ۾ افسانن ۽ جـنن ۽ ڀوتن، ديون ۽ ديوتائن جي آکاڻين ۾ سمايل آهي. انهن جي سچ کي ڪوڙ کان جدا ڪرڻ تمام ڏکيو ٿيندو آهي. ٻين لفظن ۾ چئي سگهون ٿا تہ هي زمانو نيم تاريڪي يا اونداهو زمانو هو. هن دؤر کان اڳ تاريخ جو ٿيون وڏو قديم دؤر هو. جڏهن لکڻ پڙهڻ جي هنر جي خبر ماڻهن کي اصل ڪانہ هئي. هن دور کي تاريخ کان اڳ وارو دؤر (Pre-historic Period) سڏبو آهي. هن دؤر جي معلومات لاءِ ماخذ بہ خاص قسم جا آهن يعني هن زماني جا مختلف قسمن جا اوزار، ٿـُـلہ قـبرون جايون ۽ محلات ۽ سندن نشان ۽ آثار. برتن ۽ ٿانوَ ۽ انسانن جا هڏا ۽ کيپراتيون يا ڪي سچاسارا هـڏاوان پڃرا وغيره. جن جو غور سان مشاهدو ڪري قديم زماني جي زندگيءَ بابت تاريخ جون ڪي ڳالهيون لکي سگهجن ٿيون.

تنهنڪري اڃو تہ ماخذ واري طريقي جي اهميت ۽ قيمت تي بحث ڪرڻ لاءِ پهرئين "تاريخي دؤر" کي سمجهون.

(1) تاريخي دؤر (Historical Period) جا مکيہ يا اهم ماخذ لکيل صورت ۾ ۽ گهڻي انداز ۾ موجود آهن. انهن ماخذن ۾ آکاڻيون جڳ بيتيون ۽ آتم ڪهاڻيون، ڊائريون، چِـٺيون، سرڪاري فرمان ۽ رپورٽون، سرڪاري اعلان ۽ احڪام، شاهي ڊگريون ۽ سرڪاري قانون، واپارين جا دستاويز، سندون، ڪاتا ۽ حساب ڪتاب جا ڪاغذات وغيره شامل آهن.

(2) تاريخي دور ۽ نيم تاريخي دؤر جي معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ ٻيو مکيہ وسيلو ۽ مـُول ڄاڻ ڀنڊار ڪتبا (inscriptions) بہ آهن. جيڪي پٿرن يا ڌاتـُن جي ٿـُـڪرن تي اُڪريل آهن. قديم ۽ وچولي تاريخي دؤرن ۾ رواج هوندو هو تہ راجا يا بادشاهہ پاڻ بابت ۽ مذهبي اڳواڻن بابت مقدس جاين ۽ تيرٿـن لاءِ نقد پئسا مخصوص ڪري يا ٻنيءَ جا ٽڪر انعام طور وقف ڪري ڇڏيندا هئا ۽ انهن بابت پنهنجا حڪم نامي جي پليٽـن يا پهاڙن جي مک هنڌن تي لڪائي ڇڏيندا هئا . هندستان ۽ پاڪستان جي تاريخ خاص طور سان وچيہ ننگر جي قديم حڪومت بابت ۽ ٻڌ ڌرم جي دؤر سان واسطو رکندڙ سچي برصغير هند ۽ سنڌ بابت اهڙين تامي جي پليٽن ۽ ٽڪرن تي اُڪريل احوالـن ذريعي ڪافي

معلومات حاصل ٿيل آهي.

(3) بيا بہ گهڻا ماخذ ۽ اصل هنڌ ۽ سامان آهن جهڙوڪ: رنگين ۽ روغني تصويرون، بُت ۽ بوتا، عمارتون ۽ ڊٺل عمارتن جا نشان. جهونا رستا ۽ پُليون، قبا، قلعا ۽ قبرون، سڪي ويل يا منهن مٽيل دريائن جا پيٽ، سڪا، اوزار، لٽا ڪپڙا، هٿيار ۽ جنگ جو ٻيو سنهو ٿلهو سامان وغيره.

مثال لاءِ مغربي پاڪستان جي سرزمين سنڌ جي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ موهن جي دڙي کي وٺو. موهن جي دڙي جي خبر انگريزن جي دؤر ۾ محڪمہ تحفظ آثار قديم جي آفيسرن کي پئي. موهن جو دڙو نيم تاريخي زماني جو هڪ شهر هو جو اڄ زمين جي اندر دٻيل آهي. سرڪاري آفيسرن ۽ سنڌن نائبن ڳوليندي ڳوليندي، موهن جي دڙي جي علائقي ۾ مٽل ماڻهن جون کيپراٽيون ۽ سنڌن ٿانو، اُڪريل مهرون، مالهائون، سڪا، زيور، ڪٽڪ ۽ جون جا سنگ، ۽ داڻا، مڇين ۽ (گهوڙن کان سواءِ) ڪن ٻين جانورن جا هڏا هٿ ڪيائون ۽ اهڙن ڪيترن ئي ماخذن وسيلي انهن آفيسرن پنجاب ۽ سنڌ ۾ پنج هزار سال اڳي جي رهاڪو آريہ ۽ اڻ آريہ ماڻهن جون دلچسپ ۽ قابل اعتبار آڪاڻيون ناهي پيش ڪيون آهن. ماڻهن جي هڏن جي جانچ ۽ ماپ جي ذريعي سنڌن کيپراٽين جو مشاهدو ڪرڻ کان پوءِ انهن ماهرن يا ڄاڻُن هيءَ نتيجو ڪڍيو آهي تہ آرين کان اڳي سنڌونديءَ جي ٻنهي ڪپن تي گهٽ ۾ گهٽ ڇهن جدا نسلن جا ماڻهو رهندا هئا.

تاريخي دؤر کان اڳي يعني نيم تاريخي دور جي معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ بهترين ماخذ ان زماني جا اوزار آهن. اهي اوزار پٿر جا يا ٽامي جا يا پتل جا ٺهيل مليا آهن. اوزارن کان پوءِ ان زماني جا ٿانو آهن. جنهن جي ڇڪاس، تپاس ۽ مطالعو اڄ ڪلهہ سائنس تي ويئي آهي.

## مؤرخن کي ماخذ ڪيئن استعمال ڪرڻ گهرجي؟

ڪنهن بہ هڪ ماڻهوءَ لاءِ هيءَ ڳالهہ ممڪن نہ آهي تہ هو جهوني زماني جا اوزار، ٿانو، سڪا ۽ ٻيو رڪارڊ جانچي، انهن منجهان تاريخي نتيجا ڪڍي سگهي. هر هڪ ماڻهو ان ڪم جو ماهر نہ ٿيندو آهي. تنهنڪري وڏي ۾ وڏا مؤرخ بہ مجبوراً ٻين ماهرن ۽ عالمن جي فيصلن کي قبول ڪندا آهن. جهڙوڪ

ڌرتيءَ جي تهن يا طبقن جا ڄاڻو جن کي علم طبقات الارض جا ماهر سڏين ٿا، ۽ ماهر آثار قديمه. عمارتن يا فن تعمير جا ماهر ۽ ٻيا اهڙا عالم ۽ ڄاڻو جهونين عمارتن جي آثارن کي ڏسي ٻڌائي سگهن ٿا ته فلاڻي يا فلاڻي عمارت کهڙي هُن يا هِن تاريخي دوُر جي نهيل آهي. ساڳيءَ طرح سڪن جو ماهر ٻڌائي سگهي ٿو، ته فلاڻو سِڪو فلاڻي شاهي گهراڻي يا بادشاهه جي ايامڪاريءَ ۾ جاري ٿيو هو، ۽ ٽانو جو ماهر مختلف ٽانون جي ماپ، رنگ، نموني وغيره تي نظر وجهي ٻڌائيندو آهي ته فلاڻو ٽانو ڪڏهن ڪهڙن قديمي ماڻهن جي ڏينهن ۾ استعمال ڪيو ويندو هو.

حال ۽ جديد زماني جي تاريخي ماخذن ڪان ڪم وٺڻ به سولو نه آهي، ڇاڪاڻ ته شاهي سندون ۽ فرمان به گهڻائي ڪوڙا آهن. جهونن دستاويزن کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ به ڏکيو ڪم آهي. جهونن دستاويزن ۽ تحريرن کي پڙهڻ لاءِ ماهرن جي ضرورت آهي. مطلب ته مؤرخ جو ڪم آهي ته مختلف ماهرن جي راين کي سامهون رکي ۽ تاريخي ماخذن جي وسيلي نڪتل نتيجن جي پاڻ ۾ پيٽ ڪرڻ کان پوءِ پنهنجو فيصلو تاريخ ۾ لکي. مؤرخ جي قوت خيال اعليٰ ۽ نظر وسيع هجڻ گهرجي ته هو مختلف قسمن کي ثابتين جي وسيلي سمجهي سگهي، ته اڳئين زماني جا ماڻهو ڪيئن رهندا هئا، ڪيئن ڪم ڪندا هئا، ڪهڙي سياءَ جا هئا ۽ انهن جا جذبا ۽ احساس ڪهڙي نموني جا هوندا هئا. مؤرخ کي هڪڙي پاسي شاعرانه تخيل جو مالڪ هئڻ گهرجي ۽ ٻئي پاسي هن ۾ هڪ سائنسدان جهڙو صبر، تحمل ۽ صداقت ۽ سچائيءَ جهڙيون صفتون هئڻ گهرجن. اوچا ۽ وڏا مؤرخ تمام ٿورا ٿيندا آهن. رواجي قسم جا مؤرخ عام طور وڏن مؤرخن جي پيروي ٿا ڪن ۽ انهن جون تاريخون پڙهي، عام پبلڪ لاءِ سَولا ۽ دلچسپ تاريخ جا ڪتاب لکي ٿا ڇڏين. ڪين وڏن مؤرخن جي تاريخي معلومات ۽ ماخذن سان هنن جو واسطو نه پوندو آهي، بلڪ انهن جي نتيجن کي سچو سمجهي هو پنهنجن ڪتابن ۾ داخل ڪري ٿا ڇڏين.

اهڙن رواجي قسم جي تاريخدانن جو نقل وري نصاب جا درسي ڪتاب لکندڙ ڪندا آهن. نصاب جي درسي ڪتابن جي مصنفن جو ماخذن بابت ڄاڻ ۽ تاريخي دستاويزن کي پرهڻ جي لياقت هجڻ يا نه هجڻ سان ڪو واسطو نٿو رهي. تاريخ جي درسي ڪتابن ۾ عام طور سان ٻارن کي جنگين ۽ صُلحن جو

۽ بادشاهن ۽ باغين جو احوال ملي ٿو. پر ٻارن کي هي خشڪ تاريخن ۽ واقعن جو ميڙيل بيان نٿو وڻي. اهڙا تاريخ جا ڪتاب هڪڙي ٻُت وانگر آهن جنهن ۾ ساهه نہ آهي. تاريخ جي استادن کي ياد رکڻ گهرجي تہ تاريخ جون تحريڪون ۽ تاريخي ماڻهن جا خيال، عمل ۽ فيصلا آخري ڪڏهن بہ نہ ٿا ٿي سگهن، ڇاڪاڻ تہ زندگي هڪ مسلسل ڪوشش ۽ ڪشمڪش جو نالو آهي. انسان ذات هميشہ کان وني پنهنجي ماحول ۽ پنهنجي حياتيءَ کي خوشحال بنائڻ لاءِ ڪوشش ۾ رڌل رهي آهي ۽ رهندي. تنهنڪري تاريخ پاڙهيندي جيڪڏهن سياسي حالتن جو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ ان سان گڏ سماجي ۽ اقتصادي ڳالهين جو اڀياس پڻ ضروري آهي. جيڪڏهن ڪنهن شخص جي اعمالن تي بحث ڪرڻو آهي تہ پوءِ ضروري آهي تہ سندس خيال جذبا، امنگ ۽ اُڌما بہ ٻارن جي ذهن کي جاڳائن ۽ کين اُڀارڻ لاءِ سندن آڏو آندا وڃن.

## ٻارن لاءِ علمي ماخذ ڪيئن ڪارائتا ٿي سگهن ٿا؟

درحقيقت علم جا ماخذ هيٺين ڪلاس جي ٻارن لاءِ نہ آهن بلڪ مٿين ڪلاسن جي ٻارن لاءِ آهن. ماخذ جي مطالعي ۽ پيشائن کان پوءِ ٻار ساڳيءَ ڳالهہ جي ٻنهي پهلوئن تي غور ڪندا آهن ۽ پاڻ ڪنهن نہ ڪنهن فيصلي تي اچي بيهندا آهن. ۽ ان ريت ماخذن جي وسيلي تاريخ پڙهڻ جو طريقو شاگردن جي فيصلي جي قوت کي وڌائيندو آهي. ٻارن ۾ پاڻ ويچار ڪرڻ جي طاقت ۽ چڱي ۽ بڇڙي ڪم کي سڃاڻڻ جي عادت ۽ تاريخي ڳالهين کي جانچي قبول ڪرڻ يا رد ڪرڻ جو مادو پيدا ٿئي ٿو. اهائي تربيت هر ڪامياب تعليم جو مقصد آهي. جيتوڻيڪ ماخذن وارو طريقو عام طور سان پرائمري اسڪولن جي ٻارن ۽ هر اسڪول جي هيٺين درجن جي ٻارن لاءِ موزون نہ آهي، تنهن هوندي بہ ماخذن کي هر مٿين ڪلاس جي ٻارن جي لاءِ هميشہ استعمال ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن استاد تاريخ جو سبق چڱيءَ طرح تيار ڪيو آهي، تہ پوءِ هن کي خبر رکڻ گهرجي، تہ سبق جي ڪهڙين ڳالهين لاءِ ڪيس سمجهاڻي ڏيڻي پوندي. استاد ڪنهن بہ تاريخي ڳالهہ جي سمجهاڻي ڏيڻ لاءِ تاريخي ماخذن يا ماخذ مان هڪ بہ ٽڪر وني پڙهي ٻڌائيندو، تہ ٻار ڳالهہ کي چڱيءَ طرح سمجهي ويندا ۽ ان مان هو جوڳو تاثر وٺندا ۽ ان کي پنهنجي زندگين جي

بهتريءَ لاءِ ڪم اٿيندا. ماخذن جو ٻيو فائدو هيءُ آهي تہ تاريخي شخصيتن جي چڱاين يا بڇڙاين بابت بحث مباحثي هلندي ۽ ڪلاس جي سامهون استاد درسي ڪتابن جي يڪ طرفي فيصلي کان ٻارن کي بچائي سگهي ٿو. چاڪاڻ تہ استاد، بحث هيٺ موصوف مک شخص جي حمايت ۽ مخالفت ۾ ماخذن مان ورتل ثابتيون پيش ڪندو ۽ ان ريت شاگردن کي آزادي ڏيندو تہ ان بابت اهي پاڻ ئي فيصلو ڪن.

## ٻين ماخذن جو استعمال:

لکيل رڪارڊ کان سواءِ ۽ سڪن، اوزارن ۽ ٿانون کان سواءِ ٻيا بہ تاريخي ماخذ آهن. سڪن ۽ اوزارن وغيره کي استعمال ڪرڻ تاريخ جي استاد لاءِ تمام ڏکيو آهي. ساڳئي طرح ڪتبن ۽ ٽامي ۽ پٿل جي پليٽن کي بہ اسڪول ۾ استعمال ڪرڻ ڏکيو آهي. پر تحريري رڪارڊ ۽ تصويرون ۽ ڪي جهونا سڪن جا نمونا تاريخ جي ڪمري ۾ رکيا وڃن، تہ استاد سولائيءَ سان تاريخ پاڙهيندي اُهي استعمال ڪري سگهندو.

مٿي ڏنل ماخذن کان سواءِ ٻيا ماخذ بہ آهن، جن کان تاريخ جو استاد سولائيءَ سان ڪم وٺي ٿو سگهي مثلاً:

(1) تاريخ جو استاد پنهنجي شاگردن کي ڪلاس ۾ ويهاري پاڙهڻ جي بدران تفريحي سير تي وٺي وڃي ٿو سگهي، ڪين تاريخي قلعا ۽ ڪوٽ، عمارتون، جهونا آثار ۽ جايون ۽ جنگين جا ميدان وغيره ڏيکاري سگهي ٿو.

(2) تاريخ جو استاد پنهنجي ڪلاس کي ڪڏهن ڪڏهن تاريخ جي ميوزم جو سير ڪرائي سگهي ٿو ۽ ميوزيم ۾ رکيل جهوني زماني جا هٿيار، تصويرون، زرهون، جهنڊا، ڪپڙا، سڪا، دستاويز ۽ ٿانوَ ۽ گذريل مُلڪ ماڻهن جون لکيل چٺيون ۽ ڊائريون ڏيکاري ٿو سگهي. ميوزم جي سير کان پوءِ تفريحي سير تان موٽي اچڻ کان پوءِ ضروري آهي تہ استاد ٻارن کي ڪلاس ۾ ويهاري ڏنل شين بابت سمجهاڻي ڏئي ۽ ساڻن سوال جواب ڪري، تنهن کان پوءِ ٻارن کي چوي تہ سير بابت مضمون لکن ۽ ڏنل شين جا ڊائگرام ناهي ڏيکارين.

بهتر ٿيندو جو هر اسڪول جو هيڊ ماستر ريلوي آفيسرن جي مدد وٺي،

سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي ڀيري شاگردن کي تاريخي جاين جو سير ڪرائي. ڀارت ۽ پاڪستان جا علائقا وڏا آهن. تنهن کان سواءِ بنگلاديش ۽ پاڪستان جي وچ ۾ هزار ميلن جو مفاصلو آهي، پر جدا ٿيئي ٿنهي ملڪن کي ڪي سال ٿي مس گذريا آهن. جڏهن هر سال ڪئنادا، آمريڪا ۽ يورپ جي ملڪن جا اسڪولي ٻار اسان جي ديس ۾ سير ڪرڻ لاءِ ايندا آهن، تڏهن اسان جي استادن ۽ آفيسرن جو هيءُ فرض ته پورو ٿي سگهي ٿو ته پنهنجي شاگردن ۽ ٻارن کي گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي قريبي ملڪن جي ۽ خود پنهنجي ملڪ جي مختلف صوبن جي مشهور تاريخي جاين جي سير جي لاءِ سولائي پيدا ڪن، ته ٻارن جا دماغ کلن، سندس ذهنن ۾ دوريءَ ۽ سندن زندگيءَ جي تجربن جا ذخيرا وڌن ۽ وسيع ٿين ۽ تعصب جا پردا هٽن ۽ تجربا وڌن.

## باب يارهون

# تاريخ ۽ ڊراما

جديد زماني ۾ ايتريون تبديليون ٿي ويون آهن. جديد زمانو گذريل زماني کان ايترو مختلف ٿي چڪو آهي، جو ٻارن لاءِ ماضيءَ کي چڱي طرح سمجهڻ ۽ گذريل ڳالهين جو صحيح تصور ڪرڻ تمام ڏکيو ٿي پيو آهي ۽ جيڪڏهن ٻار ماضيءَ کي چڱي طرح سمجهي نہ سگهندا، تہ انهن جي دلين ۾ ماضيءَ جي ڳالهين يا ماڻهن لاءِ پنهنجائپ ۽ همدردي پيدا ٿيڻ ناممڪن ٿيندي. تنهنڪري ٻارن لاءِ اهو ڏکيو ٿيندو تہ اهي پنهنجي تاريخ جي ڪتاب ۾ بيان ڪيل واقعن ۽ تاريخي مشاهدن لاءِ صحيح جذبات جو اظهار ڪري سگهن. تاريخ جا ڪتاب ناهيندڙ صاحب بہ پنهنجي ڪتابن کي دلچسپ بنائڻ جي ڪوشش نٿا ڪن ۽ تاريخ جا خشڪ ڪتاب پڙهڻ ۽ تاريخ بابت اجا بہ وڌيڪ اڻ وڻندڙ سبق ٻڌڻ جي ڪري ٻارن جي ذهن ۾ ماضيءَ جي مشهور ماڻهن جو غلط تصور پيدا ٿئي ٿو، ۽ اهي ائين ٿا سمجهن تہ اڳوڻي زماني جا ماڻهو ڪائنن بلڪل جدا هئا ۽ انهن سان، سندن ڪنهن قسم جو ڪو انساني واسطو يا لاڳاپو ئي ڪونهي. ٻار سمجهن ٿا تہ تاريخ جا مک ماڻهو اسان جهڙا نہ هئا بلڪ انهن جي ذات ئي جدا هئي. سچ پچ ٻارن کي جاميٽريءَ جي ڪتاب ۾ ڏنل ٽڪنڊن ۽ دائرن وغيره سان ايتري نفرت نٿي ٿئي جيتري نفرت يا دوري تاريخي شخصيتن يا ڳالهين کان ٿئي ٿو. تنهنڪري ٻارن لاءِ تاريخ جو هيڏ نہ اخلاقي لحاظ سان نہ عملي حيثيت سان اهميت رکي ٿو ۽ ٻار ان هيڏ کي خشڪ ۽ اڻ وڻندڙ مضمون سمجهي مجبوراً ئي پڙهن ٿا.

مٿين بابن ۾ اسين ڏسي آيا آهيون تہ تاريخ جي علمي سر چشمن يا ماخذن جي وسيلي تاريخ جو پڙهڻ، صحيح تاريخي اڀياس لاءِ ڪيتري قدر ضروري ۽ مفيد ثابت ٿئي ٿو ۽ تاريخ جي هيڏ کي هڪ زنده ۽ وڻندڙ شيءِ بنائي ڇڏي ٿو. اهڙيءَ طرح هڪڙو ٻيو طريقو بہ آهي جنهن جي وسيلي تاريخ جي سکيا کي هڪ دلچسپ ۽ عملي زندگيءَ لاءِ مفيد بنائي سگهون ٿا. ان

طريقي جو نالو آهي ڊرامائي يا ناٽڪ وارو طريقو جڏهن ٻار پاڻ اسٽيج تي وڃي تاريخ جي مشهور ماڻهن جهڙوڪ گوتم ٻڌ، اشوڪ، اڪبر، جهانگير، نورجهان، دودي سومري، ڄام نندي، مخدوم بلاول وغيره جو پارٽ خود ادا ڪندا ته ڪين خبر پوندي ته اهي ماڻهو اصلي هئا ۽ هتراڏو يا فرضي نه هئا. خيالي ماڻهن يا شين جو پارٽ اسٽيج تي ادا ڪرڻ مشڪل آهي. توهين ڪنهن نيڪ يا بد ماڻهوءَ جو پارٽ ادا ڪري سگهو ٿا، پر نيڪيءَ يا بديءَ جهڙين صفتن جو پارٽ ادا ڪري نه سگهندا. ناٽڪ ڪندي صفت ڪي ذات ڪان جدا ڪري ڏيکارڻ ناممڪن آهي، ناٽڪ ڪندي گهڻو ڪري ٻار پنهنجي سيني حواسن ڪان ڪم ونن ٿا ۽ ان سان ٻارن جي ذهانت جاڳي ٿي ۽ لياقت به اُيري ۽ وڌي ٿي. ٻار هميشه اهڙن تجربن ڪي سَولائي سان ياد ڪري ڇڏيندا آهن، جي سندن دل ڪي وڻندا آهن. ناٽڪ ۾ ٻارن جا دلي جذبا جاڳن ٿا. تنهن ڪري ناٽڪ جي هر ڳالهه سَولائيءَ سان ڪين متاثر ڪري ٿي. مطلب ته ناٽڪ وارو طريقو ٻارن جي حافظي جي قوت ڪي وڌائيندو آهي. ان طريقي سان تاريخ پڙهائڻ مان ٻيا به ڪيئي فائدا آهن:

(1) ٻارن جي دلين مان تعصب دور ٿئي ٿو ۽ منجهن تنگ نظريءَ جي جاءِ تي روشن خيالي پيدا ٿئي ٿي.

(2) ٻارن ڪي ماضيءَ جي حالتن جو صحيح ۽ سچو اندازو ٿئي ٿو.

(3) دماغي محنت سان گڏ هو پنهنجن لڪل دلي جذبن موجب پڻ تجربا ڪن ٿا ۽ سکن ٿا.

ناٽڪ وارو طريقو استاد جي هٿ ۾ ائين آهي جيئن ڪنهن ڪاريگر جي هٿ ۾ هڪڙو اوزار. تاريخ هڪ سائنس آهي ۽ ناٽڪ تاريخي حقيقتن جي سمجهائڻ لاءِ هڪ اوزار آهي. تنهنڪري استاد لاءِ ضروري آهي ته پنهنجي هنرمندي ڏيکاريندي هن اوزار ڪي غلط استعمال نه ڪري. تاريخ پاڙهڻ جو مقصد سچائي ۽ حقيقت پيش ڪرڻ آهي. تنهنڪري ناٽڪ ۾ ڪنهن به حالت ۾ تاريخي ڳالهين ڪي وڌائي نه ڏيکارڻ گهرجي ۽ نه سچائيءَ ڪي لڪائڻ گهرجي يا ڪو ڪوڙ ٺي ٻڌائڻ گهرجي. هن پابندي جو مطلب هي هرگز نه آهي ته ڊرامي جي هر هڪ سين ۽ ڳالهه جو تاريخي لحاظ ڪان هوبهو اهڙو هئڻ ضروري آهي، بلڪ استاد آزاد آهي ته پنهنجي خيال، تصور، تخيل، ڪي ڪم

۾ اٽي تاريخي اڪاٽين کي دلچسپ رنگ روپ ۾ پيش ڪري. پنهنجي ايجاد ۽ خيال جي قوت کي ڪم ۾ آڻي ڊائلاگ ناهي، راڳ ۽ سُر سان گيت ۽ بيت وغيره چوارائي. پر هر حالت ۾ ڪيس خيال رکڻو آهي تہ تاريخي حقيقت يا آڪاڻي کي ناٽڪ جو رنگ ڍنگ ڪائي نہ وڃي. ائين نہ ٿيڻ گهرجي تہ نيڪ ماڻهو جو پارٽ ادا ڪندي ڏسندڙ کي هن جي نيڪيءَ جي خبر نہ پوي يا بد معاش ماڻهوءَ جو پارٽ ادا ڪندي ڏسندڙن کي هن جي بديءَ جو احساس نہ ٿئي. بهترين طريقو هي ٿيندو تہ پهريائين ٻار پنهنجن ڪتابن ۾ تاريخي شخصيتن جي حياتين جو مطالعو ڪن ۽ پوءِ پنهنجي واقفيت کي تاريخي ماخذن جي وسيلي وڌائين ۽ پيٽائين. هن کان پوءِ ٻار پاڻيهي خيالي ڊائلاگ ناهن ۽ ناٽڪ ڪرڻ لاءِ پنهنجا پسنديده پارٽ پاڻ چونڊين ۽ ادا ڪن.

ٻي ضروري ڳالهہ جا تاريخ سيکاريندڙ استاد کي ياد رکڻي آهي سا هيءَ آهي تہ هر ناول، ڊرامي يا آڪاڻيءَ جو تاريخي ٿيڻ ضروري نہ آهي، پر هر تاريخي ڳالهہ کي ناول، ڊرامي يا آڪاڻيءَ جي صورت ۾ پيش ڪري سگهجي ٿو. ٻارن کي خيالي ۽ ڪوڙن ناولن جي ٻچڙي اثر کان پري رکڻ تاريخ سيکاريندڙ استاد جو اهم فرض آهي.

## تاريخي ڳالهين بابت ناٽڪ ڪڏهن ڪرڻ گهرجي؟

(1) جڏهن ٻار پنهنجي تاريخ جي ڪتاب جي ڪنهن بہ هڪ ڀاڱي جو ابياس ڪري چڏين ۽ ڪين مکيہ ڳالهين بابت تاريخي ثبوت پورو پورو مليل هجي، تڏهن استاد کين چوي تہ اهي پاڻ ڊئلاگ جي نموني آڪاٽي ناهين.

(2) جڏهن ٻار پنهنجي ڪتاب جي ڪا بہ هڪڙي آڪاٽي پڙهي پوري ڪن تڏهن استاد پاڻ ڪنهن ڊائلاگ جي ڪتاب مان گهربل آڪاٽيءَ بابت ڊائلاگ پڙهي ٻڌائي ۽ پوءِ ٻارن کي چوي تہ اهي پاڻ ناٽڪ ڪري ڏيکارين.

(3) ڪڏهن ڪڏهن استادکي گهرجي تہ ٻارن کان تاريخي ڊائلاگ پڙهارائي ۽ پوءِ ڪلاس کي چوي تہ ڊائلاگ مان تاريخي آڪاٽي ناهي ڏيکارين. تنهن کان پوءِ ٻارن کي چوي تہ پنهنجي تاريخ جي ڪتاب مان ساڳي آڪاٽي پڙهن. هن طريقي سان تاريخ جي ڪتاب پڙهڻ کان اڳ ۾ ئي ٻار ڪتاب جي اندر ڏنل واقفيت کان آگاهہ ٿيندا ۽ ڪتاب ۾ بيان ڪيل شخصيتن جي حقيقت

۽ اهميت انهن جي دل ۾ پيدا ٿيندي.

(4) ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ استاد تاريخي ڊائلاگ پاڻ پڙهي ٻڌائي يا ٻارن کان پڙهارائي، پوءِ ٻارن کان آڪاٽي لکائڻ جي بدران ٻارن سان آڪاٽيءَ بابت زباني سوال جواب ڪري، تہ خاص شخصيت جون خوبيون ۽ خاميون پڌريون ٿين.

تاريخي ڊائلاگ سبق جي شروعات جي لاءِ ڪارائتا ٿيندا آهن، پر ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ سڄو سبق ڊائلاگ جي صورت ۾ ڏنو وڃي، يعني ڊائلاگ پهريائين استاد آواز سان پڙهي ٻڌائي، تنهن کان پوءِ شاگرد خاموش پڙهائي ڪن. پوءِ استاد سوال جواب جي رستي سمجهاڻي ڏئي ۽ مکيہ ڳالهين کي بليڪ بورڊ تي اختصار جي صورت ۾ لکي ڇڏي. اهڙا سبق تاريخ جي ڪتاب ۾ ڏنل آڪاٽي پڙهڻ کان سواءِ يا پاڻ استاد جي آڪاٽي ٻڌائڻ کان سواءِ مڪمل نہ ٿيندا آهن.

## ڊائلاگ ڪيئن ڪرڻ گهرجي:

ناٽڪ وار طريقي سان تاريخ سيکارڻ لاءِ ضروري آهي تہ ڊائلاگ هميشہ ٻارن کان ڪرايا وڃن. بيشڪ ٻار تاريخ جي ڪتاب ۾ خاموش خوانيءَ جي ذريعي پنهنجي سبق جي ڳالهين کي سمجهي تا سگهن ۽ ياد ڪري تا سگهن، پر هن طريقي موجب ٻارن جي دل ۾ جذبا پيدا نہ ٿيندا. تنهنڪري بهتر ٿيندو تہ ڊائلاگ ٻارن کان ڪلاس ۾ ڪرايو وڃي. پهريائين استاد پاڻ ڊائلاگ ڪلاس ۾ پڙهي ٻڌائي ۽ سوال جواب رستي مکيہ ڳالهيون ٻارن کي سمجهائي. هيءَ ڳالهہ ضروري نہ آهي تہ ٻار ڊائلاگ کي زباني ياد ڪن، نہ هيءَ ڳالهہ ضروري آهي تہ ڊائلاگ ڪرائڻ مهل ڪلاس ۾ خاص طور سان اسٽيج ۽ لباس وغيره جو بندوبست ٿئي، بلڪ ايترو ڪافي ٿيندو تہ ٻارن کي پنهنجا پنهنجا پارٽ ڏنا وڃن ۽ استاد ڪين پنهنجي پنهنجي پارٽ پڙهڻ ۽ ادا ڪرڻ جو طريقو ٻڌائي تہ هو پنهنجي پارٽ کي گهربل آواز ۽ پوري ڍنگ سان پڙهي سگهن. ناٽڪ سکڻ ۽ ياد ڪرڻ جو هڪ تعليمي طريقو آهي ۽ ناٽڪ ڪرڻ جو مقصد بہ اهو ئي ٿيڻ گهرجي، نہ تفريح يا وندر. خاص وقتن تي جيئن اسڪول اسيمبلي، قومي ڏينهن يا سالياني جلسي وغيره جي موقعي تي اسٽيج ناهڻ، گهربل لباس يا ٻيو ضروري سامان جو بندوبست

ڪرڻ ناٽڪ ڪرڻ لاءِ ضروري ٿيندو. اهڙن موقعن تي ٻارن کي پنهنجا پنهنجا پارٽ پڪيءَ طرح ياد ڪرڻا پوندا. اسيمبلي هال کي ٻه ٻار پاڻهي ئي سينگاريندا ۽ لباس ۽ اسٽيج ٺاهڻ وغيره جو سڄو ڪم آرٽ ماستر ۽ تاريخ جي استاد جي نگرانيءَ هيٺ ٻار پاڻ ڪندا. اهڙن وقتن تي ٻارن کي آزادي ڏيڻ ضروري آهي ته منجهن اعتمادي ۽ ذميداريءَ جو جذبو پيدا ٿئي.

## ناٽڪ ڪرڻ لاءِ ڪهربل سهوليتون:

هندستان ۽ پاڪستان جي تاريخ ۾ اهڙيون گهڻيون آکاڻيون آهن جن کي ناٽڪ وار طريقي سان سيکارڻ وڌيڪ اثرائتو ٿيندو. ڪي چونڊيل آکاڻيون هيٺ ڏجن ٿيون:

1. سڪندر اعظم ۽ پورس.
2. سڪندر اعظم ۽ چندر گپت.
3. دودي سومري ۽ علاؤالدين جو مڪالمو.
4. اڪبر ۽ ان جا نورتن.
5. ڄام نندي ۽ چورن جي مال موٽائڻ جو واقعو.
6. مخدوم بلاول جي شهادت جو واقعو.
7. سرٿامس رو ۽ جهانگير.
8. همايون جي بيماري.
9. محمد علي جناح ۽ مسلم ليگ جو لاهور وارو اجلاس (1940ع).

# باب تيرهون

## تاريخ جو ٻين مڪتبي مضمونن سان لاڳاپو

علم مجموعي طور سان هڪ مڪمل سلسلو يا لقاءُ آهي، هيءَ ٻي ڳالهه آهي تہ ان جي پرائڻ لاءِ علم کي جُزن ۽ ڀاڱن ۽ شاخن ۾ ورهايو ويو آهي. بهر حال ڪُل جو جُز سان لاڳاپو جُز جو ڪل سان ۽ هر جُز جو ٻئي جُز سان لاڳاپي جو نروار هجڻ يا ٿيڻ لازمي آهي. پر زندگيءَ جو علم هڪ سمنڊ جي مثال وانگر آهي. جنهن جا گهٽائي ننڍا ننڍا رخ آهن . ان طرح انسان جي سکيا ۾ سَولائي پيدا ڪرڻ لاءِ عالمن علم کي گهڻين شاخن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي، مثلاً علم دين (Theolgy) علم حيوان يا حياتيات (Biology)، علم نباتات (Botany)، علم جمادات، (Geology)، علم طبعي (Physics)، علم ڪيميا (Chemistry)، علم نجوم (Astronomy)، علم لسان (Linguistics)، علم ادب (Literature)، علم اقتصاديات (Economics)، علم جاگرافي (Geography)، علم شهريت (Civics)، ۽ علم عروض (Prosody) ۽ علم تاريخ (History) وغيره. پر علم کي هميشہ سچو يعني ڪل سمجهي پڙهڻ ۽ پاڙهڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن ڪنهن علم جي شاخ کي پاڙهڻو هجي تہ ان کي ڪڏهن بہ ڪُل کان ڌار سمجهي نہ پاڙهڻ کپي. استاد کي سبق پاڙهڻ کان اڳ ۾ اهو خيال ضرور رکڻ گهرجي تہ جيڪي پاڙهڻو هجيس ان جو لاڳاپو ٻين علمي شاخن سان ڏيکاريو وڃي، پروجيڪٽ سکيا جي طريقي (Project method) وارا استاد چون ٿا تہ هر هڪ پروجيڪٽ جي تڪميل ڪندي هميشہ علم جي ڪلي حيثيت کي خيال ۾ رکڻو آهي، پر ڏکي ڳالهہ هيءَ آهي تہ اسان جي اسڪولن ۾ مختلف مضمونن جي سکيا لاءِ جدا جدا استاد آهن، يعني هرهڪ مضمون لاءِ هڪڙو ماهر ۽ خاص طور سان واسطو رکندڙ استاد (Specialist) ٿيندو آهي. تائيم ٽيبل جي ڏگها ٿيندا آهن ۽ جيستائين جدا جدا مضمونن لاءِ جدا جدا ماهر ٿيندا ۽ تائيم ٽيبل ڏگها ٿيندا تيستائين علم جي ڪلي حيثيت کي مد نظر رکي سکيا ڏيئي نہ سگهبي ۽ نہ ڏيڻ گهرجي. ليڪن اسڪول جو هيڊ ماستر سمجهو ۽ تجربي ڪار هوندو تہ

هي ڳالهہ ممڪن اهي تہ هو صاحب پنهنجي اسڪول جو نصابي ڪم اهڙيءَ ريت ناهي سگهندو جو مختلف اسڪولي ڪمن کي جدا جدا هڪ ٻئي جي لاڳاپي کان سواءِ نہ پاڙهيو وڃي. بلڪ هر مضمون جو لاڳاپو ٻئي مضمون سان ڏيکاريو وڃي.

اسڪولي ڪمن جي هڪ ٻئي سان لاڳاپي يا تعلق ڏيکارڻ يا انهن کي پاڻ ۾ ڳنڍي پاڙهڻ جو نالو آهي مضمونن جو سلسلي ۾ هجڻ، جنهن کي لاڳاپيداري (Co-relation) بہ چئجي ٿو. هيءُ لاڳاپو ٻن قسمن جو ٿيندو آهي:

1. اتفاقي يا ضمني (Incidental) لاڳاپو.
2. مسلسل ۽ پختو (Systematic) لاڳاپو.

## ضمني لاڳاپو:

اتفاقي يا ضمني لاڳاپي جي حالت ۾ استاد کي سبق ڏيڻ کان اڳ ۾ تياري ڪرڻي نٿي پوي، بلڪ سبق هلائيندي هلائيندي اوچتو ئي ڪا نہ ڪا ڳالهہ سبق ۾ اهڙي پيدا ٿي پوي ٿي، جنهن جي سمجهاڻي ڏيڻ لاءِ ڪنهن ٻئي مضمون جو حوالو ڏيڻ ۽ ان جي مدد وٺڻ ضروري ٿيو وڃي.

2. **مسلسل ۽ پختي لاڳاپي** (Systematic Co-relation) جي صورت ۾ اسڪول جي استادن کي سال جي شروع ۾ پنهنجي پنهنجي مضمون بابت ڪم جو نقشو ناهڻ گهرجي ۽ سيني استادن کي مسلسل ۽ مضبوط لاڳاپي ڏيکارڻ واري طريقي تي غور ڪري ۽ هڪ ٻئي جي ڪمن جي نصابن جي قرابت کي سوچي. پوءِ سڪيا شروع ڪرڻ گهرجي. اڄ ڪلهہ فقط هڪ مضمون ۾ ماهر ٿيڻ جو رواج آهي. تنهنڪري هن ڳالهہ جو وڌيڪ امڪان ٿيندو آهي تہ اسڪولي مضمونن کي هڪ ٻئي سان پاڻ ۾ لاڳاپن ڏيکارڻ کان سواءِ ۽ جدا جدا انهن جو نصاب ناهيو وڃي ۽ پاڙهيو وڃي. تاريخ ۽ جاگرافي بہ اهڙا اسڪولي ڪم آهن، جن جو پاڻ ۾ تمام گهاٽو ۽ ويجهو سبنڌ آهي، ان لاءِ انهن کي مسلسل لاڳاپي سان پاڙهڻ ۽ پڙهڻ گهرجي جيڪڏهن کي بہ اهڙا بہ هيڊ هجن تہ جن منجهان ساڳئي مسئلي يا واقعي تي روشني پوي ٿي، تہ پوءِ ضروري آهي تہ هر اهڙي مضمون جو ماهر استاد منڊ ۾ ئي فيصلو ڪري رکي تہ هيءَ مشترڪ ڳالهہ تاريخ وارو استاد پاڙهيندو يا جاگرافيءَ وارو استاد پاڙهيندو.

تاريخ جو لاڳاپو عام طور جاگرافيءَ، ادب ۽ شهريت سان وڌ ۾ وڌ ٿيندو آهي.

## تاريخ ۽ جاگرافي:

تاريخ ۽ جاگرافي پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن. جاگرافي تاريخ جي اداڪارن لاءِ اسٽيج وانگر آهي.

دنيا جي مختلف ڀاڱن ۾ مختلف زمانن ۽ دؤرن ۾ ماڻهن جيڪي به ڪم ڪيا آهن، تن تي طبعي حالتن ۽ جاگرافي ماحول جو وڏو اثر پيو آهي ماڻهن به پنهنجي ڪهرج ۽ عقل آهر پنهنجي طبعي ماحول ۽ گهڻ طرفي تبديلي آڻڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي، تہ جيئن حيات انساني ۾ بهتري آڻي سگهجي. ان طرح ڪي جاگرافيءَ جا ماهر تا چون تہ، تاريخ تي جاگرافيءَ جو اثر طبعي حالتن موجب سؤ سيڪڙو پوندو آيو آهي.

مطلب تہ اسين پنهنجي طبعي ماحول جا پورا پابند آهيون. سڀ مذهب، ڌرم، تهذيبون، ۽ تمدن، ريتون ۽ رسمون، جنگيون ۽ صلحناما ۽ اهڙيون ڪيتريون تاريخي حقيقتون آهن، سي سڀ طبعي حالتن جي سبب ٿيون آهن ۽ ٿين ٿيون. قومن جا نصيب ۽ ماڻهن جي قسمتن جا سمورا فيصلا سندن مرضيءَ ۽ همت ۽ سورهيائي پٽاندر ڪو نہ ٿيندا آهن. ان سڄي ڪار گذاريءَ ۾ مکيہ حصو طبعي بقاءَ يا جاگرافيائي ۽ قدرتي حالتن جو بہ هجي ٿو. جيڪڏهن طبعي جاگرافي ۽ قدرتي ماحول جي انسان جي حياتيءَ لاءِ ايتري اهميت آهي تہ پوءِ تاريخ کي علم جو هڪ جدا گانہ پورو آزاد مضمون ڇئي نہ سگهبو. اهڙيءَ صورت ۾ تاريخ کي جاگرافيءَ جي هڪ شاخ يا ڀاڱو چئجي تہ بهتر. جاگرافي پاڙهيندي استاد ماڻهن جي زندگيءِ تي فضا، مٽيءَ، هوا، پاڻي مطلب تہ سڄي طبعي بناوت جي عمل دخل جو بہ ذڪر ڪندو. اهو واقعي سچ آهي تہ ان سڄي طبعي صورتحال ۾ بہ ماڻهن جي فڪر، محنت ۽ جفا ڪشي يعني سندن انساني تاريخ جو اثر بہ ڪو گهٽ نٿو ٿئي. بيشڪ قدرت جون طاقتون ۽ طبعي حالتون بي پناهہ آهن، ليڪن انسان جي عقل ۽ ماڻهو جي پنهنجي مرضيءَ جو بہ پنهنجي ماحول تي وڏو اثر پوي ٿو. وڏي حقيقت اهابہ آهي تہ انسان جيئن جيئن سائنس ۾ ترقي ڪري ٿو تيئن تيئن هو جاگرافيائي ماحول ۽

قدرتي حالتن جي اثر کان آجو ٿئي ٿو. قدرتي ماحول جي طاقت روز بہ روز گهٽ ٿيندي وڃي ٿي. يورپ جي سائنسدانن آلپس جهڙي اوچي جبلن جي قطار کي بارود ۽ ڊائنامائيٽ سان پچي اندران چئني طرفن کان سرنگهون ٺاهيون آهن. انهن سرنگهن مان ريل جا رستا ڪڍيا اٿن. انهن ريل جي رستن مان يورپ جي سيني ملڪن ڏانهن ريل گاڏيون هلن ٿيون، ۽ انهي نموني آلپس جي ير وارا ملڪ پاڻ ۾ ڳنڍجي ويا آهن. پوئتي پيل ۽ سخت مذهب ورتل روس جي سائنسدانن بہ پنهنجي مرضيءَ ۽ محنت سان قدرتي ماحول کي ڦيرائي ڇڏيو. سائيبريا جي علائقن ۾ هنن هوائن ۽ ندين جا رخ بدلائي ڇڏيا. جتي اڳي رڻ پٽ هوندو هو ۽ ڪابہ ساوڪ نظر نہ ايندي هئي، اتي هزاها ميلن ۾ باغ باغيچا ۽ فصل آباد ٿيل نظر اچن ٿا. روسين ٿڌي ڪمري بند وارن رڻ پٽن ۾ ڪوسي ڪمربندن جي پيدائش جا ٻوٽا سائنس جي زور تي پوکي ڏيکاريا آهن. پري ڇو وڃون پنهنجي ملڪ پاڪستان ۾ بہ سائنسدانن ۽ انجنيئري ڪاتي جي علمدارن پنهنجي قدرتي ماحول تي ضابطي ڪرڻ ۾ نہ گهٽايو آهي. اهو زمانو هو جڏهن سنڌ کي رڻ پٽ جي ماتري بہ چوندا هئا، ڇاڪاڻ جو سڄو علائقو واريءَ جي دڙن ۾ ڍڪيل هجڻ ڪري غير آباد هوندو هو. پر اڄ سنڌ جي ماتريءَ کي جنت جي ماتري سمجهيو وڃي ٿو، ۽ سندس آدم شماري بہ ڏينهون ڏينهن وڌندي رهي ٿي. 1932ع ۾ سکر بئراج ٺهيو ۽ ان مان نڪتل واهن جي ڪري سنڌ جو گهڻو ڀاڱو غيرآباد ڦري آباد ٿي پيو ۽ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڄام شوري وٽان ڪوٽڙي بئراج مان نڪتل واهن جي ڪري باقي رهيل ملڪ بہ آباد ٿيو، تنهن کان سواءِ اتر سنڌ ۾ گڊو بئراج بہ کوليو ويو آهي. انهن مثالن مان ظاهر آهي تہ انسان قدرتي ماحول جو پورو ڪو غلام بہ ڪونهي، بلڪ پنهنجي عقل سان پنهنجي زندگيءَ کي خوشحال ڪري سگهي ٿو.

سائنس جي هيڏي وڏي ۽ تيز ترقي هزارن لکن سالن جي انساني تاريخ جي سامهون واقعي هڪ نئين ۽ هاڻو ڪي ڳالهہ آهي. برابر اها هڪ ڏني وائني حقيقت ٿي آهي، تہ انسان هميشہ پنهنجي قدرتي ماحول جي اثر هيٺ رهيو آهي ۽ تاريخ ثابت ڪري ٿي تہ بني آدم جي حياتيءَ تي قدرتي حالتن جو اثر زبردست ٿئي ٿو. اڳين زمانن جا ماڻهو ائين رڻپٽن کي آباد ڪري نہ سگهيا هئا. جيئن اڄ اسان جا انجنيئر انهن کي گلزار بنائي رهيا آهن. اڳي ڪنهن

ملڪ جي ڀاڱي ۾ ذڪار پوندو هو. يعني جيڪڏهن ماڻهن کي ڪاڏو ۽ چوپائي مال لاءِ گاهه نہ ملندو هو تہ اهي اتان لڏي ڪنهن اهڙي ملڪ ۾ ويندا هئا جتي کين اِهي بہ شيون سولائي سان ملي سگهن، اتي بہ جيڪڏهن ٻن قبيلن جا ماڻهو هڪ هنڌ هوندا هئا تہ منجهن گاهه ۽ ڪاڏي لاءِ اهڙي چٽا پيٽي ٿيندي هئي، جو هڪڙي کي اتان بہ لڏڻو پوندو هو. رڳو دريائن جي ڳالهہ تي ئو اچجي تہ اڳئين زماني ۾ بادشاهہ ۽ سپهہ سالار ڪنهن جنگ تي ويندا هئا تہ پاڻ لاءِ ۽ پنهنجي گهوڙن ۽ هاٿين وغيره لاءِ پاڻيءَ جي گهٽي انداز جي ضرورت پوندي هين، ۽ کين ڪنهن درياءَ جي پر واري رستي سان ئي سفر ڪرڻو پوندو هو. ٻن ٽن ڏينهن جي پنڌ کان پوءِ درياءَ جي ئي ڪناري تي منزل ڪري اتان اڳتي جي پنڌ لاءِ پاڻي کڻي وڃڻو پوندو هئن. فوجن جي ڪاهن جا رستا، منزلن جا نشان، واٽ تي اڏيل ڪوٽ ۽ قلعا اڄ بہ درياءَ جي پر سان زبون حالت ۾ پيل ڏسي سگهجن ٿا. اڳي دريائن کي پار ڪرڻ لاءِ پتڻ ۽ گهيڙ تمام گهٽ هئا، ۽ اتي بہ اڳلن جون فوجي چوڪيون چست بيٺيون هونديون هيون ۽ ان طرح اتي ڪوٽ ۽ شهر آباد ٿيندا هئا. انهن گهيڙن تي قبضي ڪرڻ لاءِ جنگيون لڳنديون هيون ۽ هزارها ماڻهن جي نصيب جو مدار گهيڙ کي کٽڻ يا هارائڻ تي هوندو هو. اهڙن گهيڙن جي پسگردائين ۾ سوداگر ۽ واپاري اچي رهندا هئا ۽ اتي ميلا لڳندا هئا.

هن ڳالهہ کي سمجهڻ لاءِ تہ ڪنهن ملڪ جي طبعي بيهڪ، فضائي متاچري ۽ بناوٽ يعني آبهوا وغيره جو اثر ان جي تاريخ تي ڪيتري قدر پوندو آهي، بهتر ٿيندو جو هندستان جي مهاراشٽر علائقي جو مثال وٺي غور ڪريون. مهاراشٽر هڪ جابلو ٽڪرائون ملڪ آهي، جنهن ۾ ڪيترائي ڏکيا لڪ آهن ۽ منجهس ڪيترائي لڪل ڪوٽ ۽ اڏيل قلعا هوندا هئا. اتي جا ماڻهو (مرهٽا) اهڙائي دل جا بهادر، محب وطن ۽ تحمل وارا هوندا هئا جهڙو سندن ملڪ. پر تنهن هوندي قدرت هنن کي جيستائين شيواجي جهڙو اڳواڻ نہ ڏنو تيستائين اهي هڪ مضبوط ۽ متحد قوم نہ ٿي سگهيا. مطلب تہ مهاراشٽر جي قدرتي حالتن جو اثر اتي جي رهاڪن تي پيو ۽ شيواجي ۽ سندس قوم مهاراشٽر جي جاگرافيائي ماحول جو فائدو وٺي، مغل بادشاهن کي اهڙو ڪڪ ڪيو، جو مغل انهن تي پوريءَ طرح ڪڏهن بہ قابض ٿي نہ سگهيا.

ان طرح تاريخ تي جاگرافيءَ جي اثر جا گهڻائي مثال ملي سگهن ٿا. تاريخ پاڙهيندڙ استاد جو فرض آهي تہ پاڻ بہ اهڙن مثالن کي چڱي طرح سمجهي، انهن مثالن جي فائدي ۽ نقصان تي غور ڪري. ڪيس ڪپي تہ نقشي ۽ چارٽن کان سواءِ تاريخ ڪڏهن بہ نہ پڙهائي، ڇاڪاڻ تہ تاريخ پاڙهيندي استاد کي جاين، طرفن ۽ طبعي متاڃرن جي ڳالهين سمجهائڻ جي ضرورت پوي ٿي. ان لاءِ استاد کي ڪلاس ۾ تصويرون ڏيکارڻ بہ ضروري آهن، تہ جيئن شاگردن جي ذهن ۾ تاريخي شخصيتن (بادشاهن ۽ سپهہ سالارن وغيره) جي ڪمن ۽ ڪارگذارين کي سمجهڻ لاءِ جاگرافيائي حالتن جو احوال بہ چٽيءَ طرح سامهون اچي. استاد کي گهرجي تہ فوجن جي اچ وڃ ۽ ڪاهہ ۽ پيش قدمين ۽ شهرن ۽ ڪوٽن جو گهيرو ڪرڻ يا ڇڏي اڳتي وڌڻ جي ڳالهہ ٻڌائيندي ڪلاس جي سامهون بلئڪ بورڊ تي سبق پڙهائيندي، يڪدم گهربل تصوير يا خاڪو ڪڍي ٻارن کي سبق سمجهائي. خاص طرح استاد کي اهو خيال هجڻ گهرجي تہ تاريخي تحريڪن ۽ واقعن جي سمجهاڻي ڏيندي انهن تي بحث ڪندي، سرزمين جي جاگرافيءَ جي اثر ڏانهن ڪلاس جي شاگردن جو ڌيان ڇڪائي. ان لاءِ بهتر ٿيندو تہ تاريخ ۽ جاگرافيءَ جا نصاب ۽ نقشا جدا جدا نہ هيا وڃن، ڇاڪاڻ تہ هر هڪ هيڊ جي پاڙهڻ جا طريقا ۽ گهرجون جدا جدا آهن. تاريخ جو استاد هن کان وڌيڪ بهتر ٻيو ڪجهہ ڪري نٿو سگهي تہ تاريخ جي سبق کي چڱيءَ طرح سمجهائڻ لاءِ پنهنجي سبق جو لاڳاپو جاگرافيءَ سان گهرج آهر ڏيکاري.

جيئن تاريخ تي جاگرافيائي ماحول جو اثر ٿيندو آهي تيئن قدرتي ماحول تي تاريخ جو اثر بہ ٿئي ٿو ۽ هن ڳالهہ کي ڪي استاد بنهہ خيال ۾ نہ آڻيندا آهن. خود جاگرافيءَ جو ماهر استاد ڪنهن علائقي بابت پاڙهڻ شروع ٿو ڪري، ان جي طبعي بيهڪ گلوب تي شاگردن کي ڏيکاري ٿو. تنهن کان پوءِ انهيءَ علائقي جي فضائي متاڃري، معدني ۽ زرعي پئداوار، هنر ۽ ڪاريگريون پاڙهي ٿو ۽ پڇاڙيءَ ۾ ماڻهن جي ڳالهہ تي ئي سبق ختم ڪري ٿو. ۽ تيئڻ بہ ائين ئي ڪپي. جاگرافيءَ جو مضمون پاڙهڻ جي هن طريقي کي ئي منطقي طريقو چئي سگهبو ۽ بامقصد بہ اهو طريقو آهي.

پر هيءُ طريقو جاگرافي پاڙهڻ لاءِ ڪافي نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ ان کان سواءِ

جاگرافيءَ جو سبق دلچسپ ۽ مزيدار نہ ٿو ٿي سگهي، تہ نلهيون جاگرافيائيءَ جون ڳالهيون ٻڌائي ڪٽي بس ڪجي، جنهن مان ٻارن جي علم ۾ ڪو بہ ياد ڪرڻ جهڙو اضافو ڪو نہ ٿيندو. تنهن ڪان سواءِ خشڪ ۽ ٻُسي طريقي سان جاگرافي سيکارڻ ۾ وڏو خطرو هي بہ آهي تہ شاگرد ائين سمجهي ويهن تہ دنيا جا ملڪ ۽ انهن جون حالتون جيئن انهن جي ڪتابن ۾ ائٽلسن ۾ ڏيکاريل آهن هميشہ ڪان اهي ساڳيءَ حالت ۾ رهنديون آهن. تاريخ يا جاگرافيءَ جي استاد توڙي شاگردن کي ان دنيا سان ڪوبہ واسطو ڪونهي، جنهن کي ديوتائن ڏنو هو. بلڪ سندن واسطو هن دنيا سان آهي، جنهن کي بني آدم پاڻ ڳولي ڪڍيو آهي ۽ جنهن ۾ انسان پاڻ رهيو آهي يا رهي ٿو. انسان جو واسطو هن دنيا سان آهي جا وقت بوقت تبديل ٿيندي رهي ٿي ۽ انهن تبديلين جو اثر انسان جي ڏنڻ ۽ واپار تي ۽ سندن رهڻي ڪهڻي تي پوندو رهيو آهي. تنهنڪري لازم آهي تہ اسان دنيا جي تاريخ يا جاگرافي انهي مقصد لاءِ پڙهون تہ اسان کي بني آدم جي زندگيءَ جي مسلسل آڪاٽي ۽ دنيا جي مختلف ڀاڱن ۾ مختلف وقتن ۾ انسانذات جي تحريڪن جون ۽ تهذيب ۽ تمدن جون خبرون سلسلي وار پونديون رهن.

آسٽريليا جي خبر انسانذات کي پڇاڙيءَ جو پيئي تنهنڪري آسٽريليا کنڊ جي تاريخ توڙي جاگرافي پڇاڙيءَ ۾ پاڙهڻ گهرجي. ساڳيءَ طرح ٻيا نوان ملڪ جهڙوڪ: آمريڪا، ڪئنيڊا، ڏکڻ آفريقا ۽ ڏکڻ آمريڪا آهن. انهن جي جاگرافي بہ تاريخ جي روشنيءَ ۾ پاڙهڻ گهرجي. البت هي جاگرافيءَ يا تاريخ جا مضمون پاڙهيندي انساني عقل ۽ محنت کي بہ حد کان وڌيڪ ساراهڻ چڱو نہ ٿيندو. ڇاڪاڻ تہ دنيا ۾ ائين بہ ٿيو آهي تہ انسانذات جيڪڏهن پنهنجي قدرتي ماحول کي پنهنجي قابوءَ ۾ آڻي نہ سگهيو آهي تہ پوءِ ان حد تائين مجبور ٿي، خاموشيءَ سان هن طبعي ماحول پٺاندر ٿي اتي پنهنجي زندگي بسر ڪرڻ قبول ڪئي آهي.

## تاريخ ۽ ادب:

پهرئين باب ۾ اسان ڏنو آهي تہ صدين تائين تاريخ بہ علم ادب جي فقط هڪ شاخ وانگر سمجهي پئي ويئي آهي، ۽ اڄ بہ ڪي اهڙا ماڻهو آهن جي سمجهن ٿا تہ تاريخ ادب جي هڪ شاخ آهي، تنهنڪري ان کي ادب سمجهي ٿي

پاڙهڻ گهرجي. انهن جو چوڻ آهي تہ پراڻا گيت ۽ تاريخي آکاڻيون ۽ قصا اسڪول ۾ ٻارن جي دماغي تربيت ۽ جذباتي اصلاح لاءِ سيڪاريا وڃن تہ ڪافي آهي. جيڪڏهن تاريخ کي ادب سمجهي ان ريت پاڙهيو ويندو تہ پوءِ علم جي ٻين لاڳاپيدار موضوعن سان ان جي ڳانڍاپي جو سوال پيدا نٿو ٿئي، ڇاڪاڻ تہ ان حالت ۾ تاريخ پاڻ ئي جدا موضوع نہ رهندي ۽ جيڪا بہ ڇاڻ سوشل اسٽڊيز (شهريت جي علمن) جي جامع صورت ۾ ٻارن کي ڏني ويندي سا ڪافي ثابت ٿي سگهي ٿي.

پر ٻيا تعليمي ماهر چون ٿا تہ تاريخ هڪ سائنس آهي ۽ ادب هڪ آرٽ (فن) آهي. تنهنڪري تاريخ جو ادب سان ڪو واسطو ٿي نٿو سگهي. اڪثر راءِ وري بہ هي آهي تہ تاريخ سائنس بہ آهي ۽ آرٽ بہ. جيڪڏهن تاريخ جي نصاب جي چونڊ زبان ۽ ادب جي خوبين کي مدنظر ڪئي وڃي تہ پوءِ تاريخ آرٽ جي مد ۾ بہ اچي سگهي ٿي ۽ ان جو ڳانڍاپو ادب سان پڌري پٽ ٿيندو. پر جيڪڏهن نصاب جو انتخاب فقط تاريخي واقعات کي مدِنظر رکي ڪيو ويندو تہ پوءِ تاريخ سائنس ئي رهندي.

بهرحال تاريخ جو استاد تاريخ پاڙهيندي تاريخ جو ادب سان لاڳاپو هن ريت ڏيکاري ٿو سگهي، تہ هو تاريخ جي شخصيتن يا واقعن لاءِ ادب جي مدد سان موزون ماحول پيدا ڪري ۽ مختلف تاريخي دؤرن ۾ ماڻهن جي سماجي ۽ ڀنگتي حالت جي صحيح تصوير ٻارن جي سامهون پيش ڪري. ان طرح ادب جي ذريعي تاريخي ڳالهين جي خشڪ ۽ بي مزي بيان کان بچي سگهبو. يعني ادب تاريخ جي شخصيتن جي احوالن ۽ واقعات جي بيان لاءِ رت جو ڪم ٿو ڏئي، خاص طور سان سماجي رسمون ريتون، اُٿڻ ويهڻ جا طريقا، زبان ۽ ڳالهائڻ جا نمونا، ڪائڻ پيئڻ ۽ لباس وغيره سمجهائڻ لاءِ ادب تاريخ جي لاءِ ضروري آهي. جسيتائين تاريخ جو استاد ضروري تاريخي حقيقتون انهن جا سبب ۽ نتيجا وقت ۽ محل وقوع ادب جي چاشنيءَ ۾ ڍڪي يا نظر انداز ڪري نٿو ڇڏي، تيستائين استاد کي تاريخ جي ادب جي آميزش کان ڊڄڻ بہ نہ گهرجي ۽ ائين ٿي بہ نٿو سگهي جو ٻارن کي تاريخي ناولن ۽ ڊرامن پڙهڻ کان روڪي سگهجي. تاريخ پڙهڻ کان پوءِ ناولن ۽ ڊرامن جو پڙهڻ ڪارائتي ڳالهہ بہ آهي. اردو ۽ سنڌي زبانن ۽ ادب ۾ اهڙا گهڻائي ناول، ڊراما ۽ بيت آهن جن

کي تاريخي ادب چئي سگهون ٿا. تاريخ جي استاد جو اِن ڪري فرض ٿئي ٿو ته تاريخ جا سبق پاڙهڻ کان پوءِ ٻارن کي ادبي آکاڻين جي سمجهاڻي ڏئي.

## تاريخ ۽ دستڪاري:

ٻارن جي جبلت آهي ته اهي ڪم ڪرڻ جا شوقين ٿيندا آهن، ۽ پنهنجي هٿن سان شيون ناهڻ ۾ ڪين مزو ايندو آهي. تاريخ جي استاد جو فرض آهي ته سندن ان ناهہ نوهہ جي جبلت ۽ جذبي کي وڌائڻ لاءِ ڪين موقعا پيدا ڪري ڏئي. سندن فرض آهي ته ڪين همٿائي ته تاريخ جي سبقن بابت پنهنجي هٿن سان ساديون تصويرون ۽ ڊائگرام پاڻ ناهين. هن ڪم ۾ تاريخ جي استاد ۽ دستڪاريءَ جي استاد کي گڏجي ٻارن لاءِ نصاب مقرر ڪرڻ گهرجي ۽ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ گهرجي. ڪاغذ يا دفتريءَ تي ماڊل ناهڻ، پلاسٽڪ جون شيون ناهڻ وغيره اهي سڀ اهڙا ڪم ڪم آهن جنهن جو فيصلو تاريخ ۽ دستڪاريءَ جا استاد پاڻ ۾ ڪري سگهن ٿا، ۽ پهرئين ڪلاس کان وٺي ٻارن ۾ حقيقي شيون ناهي تاريخ جي ڳالهين کي سمجهڻ جي عادت وجهي سگهن ٿا. جڏهن ٻار مٿين درجن ۾ چڙهي ويندا ته پوءِ اهي گهربل سامان جي مدد سان مشهور ڪوٽن، قلعن، محلن ۽ مشهور و معروف تاريخي شين جا ماڊل ناهيندا.

## تاريخ ۽ شهريت:

شهريت جو تاريخ سان گهاٽو لاڳاپو آهي. انسان جي زندگيءَ سان واسطو رکندڙ سيني گذريل واقعن جي مجموعي کي تاريخ چئجي ٿو. تاريخ ٻڌائي ٿي ته گذريل زماني ۾ ڪهڙي قسم جون سوسائٽيون وجود ۾ آيون، ڪهڙين رسمن ۽ رواجن دنيا ۾ جنم ورتو ۽ مختلف جماعتون ڪهڙي نموني سان پيدا ٿيون، انهن ڪيئن ترقي ڪئي، ڪيئن انهن جو زوال ٿيو ۽ ڪهڙي طرح فنا ٿي ويون.

جاڪاڻ ته تاريخ انساني واقعن جو علم آهي ۽ شهريت انساني زندگيءَ کي بهتر بنائڻ جو علم آهي. تنهنڪري شهريت کي هر قدم ڪٽندي گذريل واقعن جو نوٽس وٺڻو ۽ تجربو ڪرڻو پوي ٿو. انهيءَ ڪري ئي تاريخ کي شهريت جي ليبارٽري به ڪري سڏبو آهي.

شهريت عوام جي بهتريءَ ۽ سماجي ترقيءَ جو علم آهي. تاريخ زماني جا گذريل واقعا ڏيکاري انهن جي نتيجن کان شهريت جي علم ۾ اضافو آڻيندي آهي، ۽ ان سان تعمير ۽ سڌارن لاءِ بهتر طريقو اختيار ڪرڻ ۾ مدد ڪندي آهي . انسان جو هر هڪ ڪارنامو پوءِ اهو مذهب سان تعلق رکندڙ هجي يا سَوڪس ۽ اقتصاديات سان تعلق رکندي هجي، سياست سان تعلق رکندڙ هجي، زماني گذرڻ کانپوءِ هڪ تاريخي يادگار ٿي ٿو پوي. ان ڪري پروفيسر سيليءَ جو قول آهي تہ، تاريخ شهريت ۽ سياست ٻنهي علمن جو بنياد آهي. اهڙيءَ طرح ثابت ٿئي ٿو تہ شهريت ۽ تاريخ جو پاڻ ۾ گهاٽو تعلق آهي.

## شهريت جي معنيٰ:

(1) شهريت اسان کي اڄوڪي سياسي نظام ۽ حڪومت جي ڄاڻ ڏئي ٿي.

(2) شهريت ڪنهن بہ ملڪ جي حڪومت ۽ ان جي ترقيءَ ۽ واڌاري بابت واقفيت ٿي ڏئي، يعني اڄوڪي حڪومت جو سرشتو ڪيئن نہ گذريل زماني کان وٺي، اڄ تائين مختلف منزلن يا ترقيءَ جي ڏاڪن مان لنگهي اسان تائين پهتو آهي .

(3) جديد زماني ۾ شهريت جي اهميت اڄان بہ وڌي ويئي آهي. شهريت هڪ سماجي سائنس ٿي وئي آهي، جنهن جو مقصد ٻارن ۾ چڱي شهري ٿيڻ جي عادت پيدا ڪرڻ آهي ۽ ڪين شهريت جا اصول سيکارڻ آهي.

ڇاڪاڻ تہ علم شهريت پڙهڻ مان اسان کي موجوده حڪومت ۽ ماڻهن جي ترقيءَ جي راهہ عمل جي خبر پوي ٿي، تنهن لاءِ شهريت تاريخ جو پاڳو آهي. اڄڪلهہ دنيا جي ترقي يافتہ ملڪن ۾ شهريت ۽ تاريخ جا هيڊ جدا جدا بہ پاڙهيا ٿا وڃن ۽ خاص طور سان شهريت اسڪول جي ابتدا ئي ڪلاسن کان وٺي مٿين ڪلاسن تائين هڪ جدا تدريسي مضمون آهي. آمريڪا جي اسڪولن ۾ شهريت ذريعي سيکاريو ٿو وڃي تہ هاڻوڪيءَ پيچيده سوسائٽيءَ ۾ ڪيئن عزت ۽ خوش حاليءَ سان رهڻ گهرجي. انهن اسڪولن ۾ شهريت جي نصاب ۾ تاريخ، جاگرافي، نفسيات، علم بدن ۽ صحت، اقتصاديات ۽ سياست وغيره جي هن ڄاڻ جا سبق شامل هوندا آهن. شروعاتي ڪلاسن ۾ شهريت جو استاد ٻارن کي سندن گهر، ڪٽنب، اسڪول، پاڙي ۽ ڳوٺن بابت سبق ٿو پاڙهي ۽ سندن ڳوٺ جي صفائيءَ لاءِ بندوبست، باهہ وسائڻ جي

بندوبست، پوليس جي انتظام ۽ باغ باغيچن جي رکواليءَ بابت ٻارن کي واقفيت ملي ٿي. هن کان پوءِ استاد ٻارن کي سنڌن ڪاڌي ۽ پاڻي، رهڻ جي جاين ۽ جان ۽ مال جي حفاظت جي طريقن ۽ اپائن بابت سبق ڏيندي، استاد کين مارڪيٽ ۾، بازارين ۾ ڪاڌي جي سامان جي پيداوار جي هنڌن ۽ جدا جدا رستن ۽ ذريعن وسيلي اتي پهچڻ وغيره بابت ٻڌائي ٿو. پاڻي بابت ڳالهائيندي استاد کين پاڻي ملڻ جا ذريعا، صاف پاڻيءَ جي اهميت وغيره بابت واقفيت ڏئي ٿو. گهرن بابت سبق سڪندي ٻار روشنيءَ تازيءَ هوا جي ضرورت، گرمي سرديءَ کان بچاءُ، گيس ۽ ٽيليفون ۽ ٻين پبلڪ جي سهنجاين ۽ سولائين بابت ۽ انهن شين بابت، شهرين جا فرض ڪهڙا ٿيڻ گهرجن بابت اهڙيون سموريون ڳالهيون سکندا آهن. ٻارن کي سيکاري سمجهايو ٿو وڃي ته پنهنجي پاڙي جي گهٽيءَ کي ڪيئن ۽ ڇو صاف رکڻ ضروري آهي، گند ڪچرو ڪٿي اڇلائڻ گهرجي، گندگيءَ ۽ بيمارين جا خراب نتيجا ڪهڙا ٿيندا آهن، اسپتالن ۽ تفريح جي جاين جي ڪهڙي ضرورت آهي.

شهريت کي هڪ سماجي يا ڀنگتي سائنس سمجهي ٻارن لاءِ اهڙي ڏکي ڪورس رکڻ مان مراد هيءَ آهي ته کين اڄ ڪلهه جي ترقي يافته زندگيءَ ۽ سوسائٽيءَ ۽ ان جي ڪاتن، شاخن ۽ ادارن جي ٻارن کي خبر پوي ٿي ۽ منجهن ڀنگتي شعور ۽ جماعتي ذميداري پيدا ٿئي. شهريت جي سکيا اسان جي پنهنجي ملڪ ۾ اسان جي پنهنجن ٻارن لاءِ به نهايت ڪارائتي ثابت ٿي سگهي ٿي، ڇاڪاڻ جو اسان جي سماج ۾ اڃا شهريت جو جذبو ۽ ڀنگتي ذميداري پيدا نه ٿي آهي. اسان جي ملڪ واسين کي خود پنهنجي ٻارن جي حقن جي به اصل خبر ڪانهي. اسان جا ٻار نه پاڻ ئي صاف ٿا رهن ۽ نه پنهنجي گهرن ۽ پاڙي جي جاين، گهٽين ۽ شهرن کي صاف رکڻ جي ضرورت محسوس ٿا ڪن. پاڻي ته سڀ ٿا پيئن پر صاف پاڻيءَ جي اهميت جي خبر ڪانه اٿن. وڏي شهر ۾ ننڍا ٻار کونجي وارن ۽ نيلهي وارن کان خراب شيون وٺي کائين ٿا ۽ ان ڳالهه ۾ خود اسان جا وڏا به ٻارن کان گهٽ نه آهن.

تنهنڪري شهريت جي سکيا اسڪولي ٻارن ۾ چڱيون عادتون پيدا ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن شهريت جو علم ان ريت هڪ جدا مضمون طور اسڪولن ۾ پاڙهيو ويندو، ته پوءِ ان جو لاڳاپو نه رڳو تاريخ سان بلڪ تعليمي مضمونن سان به ڪافي گهاٽو ٿيندو.

# مغلن ۽ مرهٽن جي سلطنت جي ڪمال ۽ زوال جو گراف

مغلن جي ايامڪاري ______

مرهٽن جي ايامڪاري - - - - - -

1525ع بابر جو دلي، آگره، ڪابل، لاهور ۽ ملتان تي قبضو

1528ع راجپوتاني تي قبضو

1529ع بهار ۽ جونپور جي فتح

سور گهراڻو

1556ع اڪبر

1558ع پنجاب تي قبضو

1568ع چتور جي فتح

1569ع رنٿمبور تي قبضو

1572ع راجپوتانه جو فتح ٿيڻ

1573ع گجرات

1576ع بنگال

1585ع ڪابل

1586ع ڪشمير

1591ع سنڌ

1592ع اڙيسه

1595ع قندڻار ۽ خانديش

1596ع برار

1600ع احمد نگر

1622ع قندار ۾ هار

1666ع

1686ع بيجاپور ۽ گول ڪنڊا هٿ ڪرڻ

اراڪان تي قبضو

1691ع تنجور ۽ ترچناپلي تي قبضو

1724ع نظام آزاد ٿيو

1737ع بنديل ڪنڊ

1738ع گجرات ۽ مالوه مرهٽن جي قبضي ۾

سنڌوندي جي اولهندي واري علائقي ۾

نادر شاهه جو زور

1739ع بيسن

گجرات ۽ مالوه

1738ع

بنديلکنڊ

1737ع

1740ع بنگال آزاد ٿيو

1748ع - 1754ع

پنجاب احمد شاهه کي مليو

1754ع

مغلن جي سلطنت دلي ۾ ۽ ان جي پس گردائي ۾

1646ع

شيواجي جو پوني جي پسگردائي ۾ قلعن تي قبضو ڪرڻ

1660ع شيواجي جو مغلن سان صلحنامو

1680ع شيواجي جو وفات

1698ع جنجي ۾ هار

1680ع - 1700ع

سنڀاجي ۽ راجا رام

1740ع

1740ع - 1760ع

مرهٽا، اڙيسه، پنجاب، ڪرناٽڪ، مئسور ۽ دلي جا ملڪ هٿا

1760ع

1761ع پاڻيپت جي ٽين جنگ

1775ع ماڌوراءِ پهريون وجايل ملڪ وري هٿ ڪري

1795ع کرڊلا جي جنگ

باجي راءِ ٻيو

1795ع - 1818ع

1818ع آزادي جو خاتمو

1500ع 1525ع 1550ع 1575ع 1600ع 1625ع 1650ع 1675ع 1700ع 1725ع 1750ع 1775ع 1800ع 1825ع

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن، جي ويريءَ تـي وار ڪَـرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هـو بـوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريـتـيءَ تـي راتـاهـا ڪــن ٿـا، موتـي مَـنجهہِ پـهـاڙ ڇُپـن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄـڪــلـهہ نـيـلا پـيـلا آهـن؛
گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن........

... ... ... ...

هي بـيـتُ اَٿي، هي بَـم- گولو،

جيـڪـي بہ ڪٽين، جيـڪـي بہ ڪٽين!

مـون لاءِ ٻـنـهـي ۾ فَـرَقُ نہ آ، هـي بيتُ بہ بَـمَ جو ساٿـي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿـي آ ـ

اِن حسـابَ سان اٽـڃاٽـائي کـي پـاڻَ تـي اِهـو سـوچي مَڙهـڻ تـہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهـي، اُن ڪـري پڙهـڻ تـي وقت نـہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)